| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | سُورن سانباھو |
| شاعر | : | ستار پيرزادو |
| موضوع | : | شاعري |
| ڪتاب نمبر | : | 35 |
| ڇپائيءَ جو سال | : | 2010 |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي |
| ڏس | : | مزنائين، پارس ميڊيڪل سينٽر<br>مبارڪ شهيد روڊ، ڪراچي. |
| اي ميل | : | esaakhi@gmail.com |
| ڇاپيندڙ | : | البرڪت پريس ، ڪراچي. |
| قيمت | : | 100 رپيا |

# ارپڻا

خاندان جي وڏڙي ، حاجي لعل بخش شيخ
جنهن جي نالي ڳوٺ ۾ مون پيدا ٿي اوهان
جي امانت اوهان تائين پهچائي سگهيو آهيان..

ستار پيرزادو

# ترتيب

# هڪ راءِ

شاعري ڇو ٿي ڪجي؟ شاعري ڪير ٿو ڪري سگهي؟ سنڌ ۾ هن دؤر ۾ جيڪا به شاعري ٿئي پئي،اها شاعريءَ جو ڪيترو حق ادا ڪري رهي آهي، تجزيو، پرک،يا اوک ڊوک ڪيئن ڪجي؟جيڪا بلڪل ڪجي، ڪو به ان ڪان مبرا ناهي پر ڪيئن ڪجي ۽ ڪير ڪري سگهي ٿو؟ اهي اهڙا سوال آهن جن جو صحيح جواب تہ ڪو اهڙو ڏاهو پارکو ڏئي ٿو سگهي جيڪو ان فن جو ماهر هجي ۽ جنهن سان هر ڪو متفق هجي.

هڪڙو دؤر هو ، جيڪو اسان جي سنڌ ۾ فارسي گهوڙي چاڙهسي وارو هو تہ ان ۾ سنڌيءَ بدران فارسي ٻوليءَ ۾ شاعري ٿيڻ لڳي ۽ اهو دؤر اسان جي شاعراڻي ادب تي ايترو تہ ڊگهو وقت ڇانيو رهيو جو انگريزن جي دؤرِ حڪومت تائين ان جا آثارعام جام نظر اچن ٿا. اهي آثار اسان کي شيخ اياز جي شروعاتي دؤر تائين ملن ٿا. ان دؤر جا ٻيا نالا بہ ڪوڙ سارا آهن.

ان دؤر کان پوءِ شيخ اياز، شيخ راز، بردو سنڌي، نياز همايوني، شمشيرالحيدري، تنوير عباسي، امداد حسيني ، ۽ سندن دؤر جي مڙني شاعرن سوچي سمجهي نج سنڌي ٻوليءَ ڏانهن موٽ ڪاڏي، ان سان گڏ و گڏ سياسي وابستگي بہ شاعريءَ ۾ پنهنجا پير پختا ڄمائي ڇڏيا جو هر سياسي نعرو شاعريءَ جي پيرائي ۾ لڳڻ لڳو.

ڏوڏ هن سماج ڪي،
لوڏ سامراج ڪي،
ٿا هہ ڪو نئون نظام،
جو چڱو چوي عوام،
هي نظام آ خراب.
انقلاب، انقلاب ڳاءِ انقلاب.

شيخ اياز جو اهو نَظم جڏهن ڪنهن سياسي جماعت جي حمايت لاءِ جلسي گاهہ ۾ پڙهڻ جي لاءِ لکيو ويو هو. پوءِ هر ڪنهن ڏٺو تہ شيخ اياز، شاهہ لطيف ڀٽائيءَ سان سياسي جلسن جلوسن ۾ ڳائجڻ لڳو ۽ اڄ ڏينهن تائين پيو ڳائجي. شاهہ لطيف ثقافتي حوالي طور ۽ شيخ اياز سياسي سڄاڳي ۽ سُوجهہ ٻُوجهہ ڏيڻ خاطر.

ان ئي دؤر ۾ شاعريءَ جو ڪارج ڳولي لهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ بنا ڪارج شاعريَ رد ٿيڻ لڳي. جڏهن تہ شاعريءَ مان لطيف جذبا پر ڪري اوڏامي ويا جو رومانوي شاعريءَ کي ميدان مان اُڏاريو ويو ان حد تائين جو ان کي ڪتي واهيرو ڪرڻ ئي نہ ٿي ڏنو ويو. ماضيءَ قريب ۾ سنڌي ادبي سنگت جي دستوري گڏجاڻين ۾ اهڙي شاعريءَ کي ڪيترا ئي دوست پير کوڙڻ ئي نہ ڏيندا هئا. پر"گهر تہ اسان جو گوليءَ پنڌ تي" جهڙي شاعريءَ جي تعريف ڪرڻ ۾ دفتر کلي پوندا هئا.

اڃتو ٿيو ڇا جو سويت يونين ۾ پروسترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ دوستن کي ڇرڪائي ڇڏيو ۽ انهيءَ کان پوءِ سويت يونين ۾ آيل پروسترائيڪا جي طوفان سنڌ ۾ ڪنهن جي ڪڪائين

جهوپڙيءَ جيان جهوري هوا ۾ اُڏائي، نالو نيشان ئي ميساري ڇڏيو ۽ رُوبل رستن تي هوا ۾ ردي ڪاغذن جيان اُڏامندا رهيا، جن کي ردي ڪاڳر ڪوني ڪو به هٿ ۾ ڪڻڻ جي لاءِ به تيار نه هو ته شيخ اياز سڀ کان اول دانهن ڪئي ته مون اِڳ جو ڪجهه لکيو هو اهو ڪميونسٽس جي چوڻ تي ۽ ڪين خوش ڪرڻ جي لاءِ لکيو هو تنهن ڪري مان اِن تان هٿ ٿو ڪڻان ته سنڌ ۾ شيخ اياز تي ڄُلهن جي بوڇار مچي وئي. جتوڻيڪ شيخ اياز پوءِ به شاعري ڪندو رهيو پر سندس خيالن ۾ ڪافي ڦيرو اچي ويو ۽ ائين چئي نه ٿو سگهجي ته سندس ٻي ڪيل شاعري اِڳ ڪيل شاعريءَ کان ڪو گهٽ فنائتي يا جذبات جي وهڪري ۾ نه آهي پر سندس جذبن ۾ ڪي قدر تبديلي اچي وئي هئي.
هُونءَ منهنجي خيال ۾ شاعريءَ کي اِڳ درست دڳ جيڪڏهن شاهه لطيف ڏيکاريو ۽ پنهنجي ذات، ڏانءَ، اُڏمن، احساسن، ٻولي، ثقافت ۽ سنڌ جي مسئلن تي نظر واري حالت ڪانئس ٻوليءَ جو سوءُ سڪڙو بچاءُ ڪيو، ٻي صورت ۾ سنڌي ٻولي هجي ئي نه ها. ته وري ان کان پوءِ پاڪستان ٺهڻ، اردو ٻوليءَ جي هلان ۽ انگريزي فلسفين جي ڇهڻ کي شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ مثبت خيالن، ٻولي ۽ سياسي لاهن چاڙهن کي نظر ۾ رکي، ٻولي ۽ سنڌ جو بچاءَ پڻ ڪيو.

سنڌڙيءَ کي سر ڪير نه ڏيندو،

سهندو ڪير ميار اويارا

يا وري ٻوليءَ جي سادگيءَ ۽ حسين جذبن هي ڳانڍاپي جو هي مثال ڏسو :

ڪرايون ڳچيءَ ۾ وجهي ڪانڌ کي،

ڏسي وڃ وينگي ڏري تي پئي،

اهو ڪانڌ ڪهڙو انهيءَ کي ڏسو،

سهاڳڻ ته ٻهه ٻهه ٻري تي پئي.

انهيءَ پيرائي جي شاعريءَ جي به هڪ لهر اُٿي پر وري سنڌ جي مٿان اڄڪلهه جيڪي سياسي ڪڪر ڇانئيا آهن، انهن جي ڪري اڄوڪي تقاضا سنڌي شاعريءَ کان اهو ڪجهه گهري رهي آهي جيڪو ڪجهه ون يونٽ ٽوڙڻ جي لاءِ ادبي محاذ تان جدوجُهد طور ڪويو ويو هو. اڄڪلهه ته سنڌ تي هر قسم جون ڏکيائون آهن ۽ هر قسم جون ڄُلهون ٿي رهيون آهن. پاڻي ناهي، سنڌوءَ جي سڪڻ ڪري جَرُ به کارو ٿي ويو آهي تنهن ڪري سِنڌ جي سونا سونا سنگ اُپائيندڙ ڌرتي ڪلراٺي ٿي وڃڻ ڪري سنڌ تيڻ لڳي آهي. منهنجو ڳوٺ جيڪو سِنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي، موهين جو دڙو لڳ ۽ درياهه شاهه کان فقط اڌ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آهي، اتان جي جَرَ جو به پاڻي پارُو ٿي ويو آهي. لاڙ جي ته لکين ايڪڙ ان اُپائيندڙ زرخيز ڌرتي سمنڊ ڳڙڪائي ويو آهي ۽ ڪيترا ئي لک ايڪڙ زمين ڪلر ۽ سم ٿي وئي آهي. اهڙي دؤر ۾ جتي حڪومت جو مثبت رويو هئڻ ضروري آهي ته ادبي محاذ تي اديبن جو پنهنجي مورچي تان سنڌي عوام کي ڪنهن ڏانءَ سان ڏاهپ ڏيڻ جي ضرورت آهي.
اسان جي وڏڙن جيڪا غلطي ڪئي، اسان انهيءَ جو ڪيتو لوڙي رهيا آهيون. محترم حسين هارون جيڪو اڄڪلهه پاڪستان پاران گڏيل قومن جو نمائيندو آهي، تنهنجي چواڻي ته آمريڪي ماهرن جي تحقيق مطابق 2035ع تائين سِنڌو درياهه سُڪي ويندو ۽ سِنڌي ماڻهو

لاڏو بڻجي ويندا . ان کان سواءِ ڊاڪٽر مخدوم احمد حسين چواڻي تہ هڪ تحقيق مطابق هن صديءَ جي آخر تائين ڪيترين ٻولين ختم ٿي ويندين، انهن ۾ سنڌي بہ هڪ ٻولي آهي. اها رپورٽ يا تحقيق اسان تائين ڇو نہ پهتي آهي ، جنهن ڪي نظر ۾ رکندي سنڌي ڏاها ڏاناسرا ماڻهو اٿي ڪا هلچل هلائين ، سنڌي سياسي جماعتون ڪي تحريڪون هلائين، ڇاڪاڻ جو اسان جي ملڪ جو عوام گذريل 62 ورهين جي عمر ۾ بہ ساڳاهہ جي ڪوٺ مان پيو گذري . تعليم جي حوالي سان ڊگريون رکندڙ نوجوان روزگار لاءِ واجهائي رهيا آهن پر ڪين حڪومتي واعدن مان اعتبار ٿي ڪڇي ويو آهي ،تنهن ڪري سندن ڌيان ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ طرف وڃي ٿي نہ ٿو. سنڌ ۾ ڪو بہ مثبت ترقيءَ جو ڪم نہ ٿو ٿئي ۽ جيڪڏهن ڪو آهي بہ تہ ان جي پوري ٿيڻ جي اميد سرڪاري ڪارندن ڪي بہ گهٽ آهي.

سنڌ جي سياسي اها صورتحال ۽ ماضي قريب ۾ اغوي ،ڦرون ، ڌاڙا لٽ مار، قتل و غارت ، ڪارو ڪاري ،هڪ طبقي جو ٻئي طبقي تي دينا داسٽي ويل وهائڻ ،سنڌي ماڻهو هڪڙي ڏچي مان نڪري ٿو تہ ٻئي ۾ اڙجي ٿو پوي . هر ڪنهن کي پنهنجا مفاد پيارا باقي سڀ هچارا. اهڙي معاشرتي صورتحال ۾ سنڌ جو اديب ، شاعر ، ڏاهو ڏاناسرو وڏيڪ زميوار بنجي ٿو. تنهن ڪري ڪا ادبي جماعت ، خاص ڪري سنڌي ادبي سنگت ئي سوءُ سيڪڙو فعال ٿين گهرجي ۽ اڳتي اچي ادبن جي سرواڻي ڪري ، وڏڙن کان رهنمائي حاصل ڪري ڪو گس ڪا واٽ ، ڪا ترڪيب ، ڪا ترتيب نوجوانن ۽ ايندڙ نسل جي لاءِ جوڙي وڃي جيئن ايندڙ نسل ڪي چئي سگهجي،

زندان جي در و ديوار تان،<br>
جو بہ آهي لتل،<br>
ڪنڌ پاسي کان چٽر،<br>
جُهد منهنجي جو تہ آشاهد اچان.

مون کي ايترو ئي چوڻو هو ، باقي سنڌ جو اديب، شاعر هن وقت پنهنجو گس وٺڻ ٿو گهري تہ ڪيس ڏهہ ڀيرا سوچڻ گهرجي. باقي،

اسان اُميدن جا ڏيئا ،<br>
گل تہ ڪندا ئي نا هيون ،<br>
اسان پنهنجو رت سڀ ڏئي،<br>
ان جي وٽ سوريندا آهيون.

پنهنجي شاعريءَ جي باري ۾ مون کي ڇو ٿي نہ ٿو جڳائي . ساٿ سلامت ،صحبت باقي.

ستار

تاريخ : 22 مارچ 2010

ڏس : سنڌ ادبي اڪيڊمي،<br>
مزنائن فلور _ پارس ميڊيڪل سينٽر،<br>
مبارڪ شهيد روڊ، ڪراچي

اي ميل: sattar_pirzada@yahoo.com

# ڇپيل ڪتاب

- پيغامبر (3ايڊيشن) ترجمو 1985_1989
  نيو فيلڊس پبليڪشنس، حيدرآباد
- مون کي محبت آهي. ترجمو 1996ع
  نيو فيلڊس پبليڪيشنس، حيدرآباد
- تيرهون سج، ترجمو 1999ع
  سنڌ ا دبي اڪيڊمي، ڪراچي
- ويا جي هنگلور، سهيڙيل 2000ع
  سنڌ ا دبي اڪيڊمي، ڪراچي
- سرمد شهيد، ترجمو 2002ع
  سنڌ ا دبي اڪيڊمي ڪراچي
- وڏا وڻ وڻڪار جا سهيڙيل 1997
  سنڌ ا دبي اڪيڊ مي ڪرا چي
- آوارا اردو ترجمو شيخ ايار / ستار 2008
  سنڌ ادبي اڪيڊمي ، ڪراچي
- سيئي جوين ڏينهن ڪهاڻيون 2008
  سنڌ ادبي اڪيڊمي ، ڪراچي
- آدرشي انسان سهيڙيل 2009
  سنڌ ادبي اڪيڊمي ، ڪراچي
- قصائد پاڪ سهيڙيل 2009
  سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي

ڏسـڻو آهـيـي اڄ، ڪـاڏي ليٽـي اُٿ،
وچـون سـارو ٻـٽ، ماٿهن آڏو مـامرو.

تـون ٻـہ اوري اڄ، ڪيـڏو تـي ٻـاڪريوم،
سـانجهي تـي سـاريوم، هاٽي رات رمـي وئـي.

ڪنيا ڪنـواري، راتِ پيـاري، سـوچي تڪـي اُپ،
سـچو نڪـري ٺـيپ، لاٽ لا نـئن سـان ملـي.

بنـد ٿيـنـدا ٿـي ٿاهن، مـاٿهن وات پـرين،
ڇـو ٿـي ڏيـاڻ ڏرين، چرچـو ٻـڌي ٻـانهنجو

هٽـي ڪيـڏيون ڇهمريـون ،پرٽايئـہ ٻـٽ ڪـي،
ڪهڙي ڪل ڇٽ ڪي، سڪائون ٻاسيئي ڪيتريون.

سـهرا سـمورا، ٿنـو جـي ڳاتـيا گهـوٽ لئـہ
ڪـين ٿيـا سـي پـورا، تنهنجـا ٻاسـيل پلـوڙا.

وهـاري ونواهـہ ۾، اٿـو ڪيـڏو لاتئـي،
قيـرا ڪيـڏاپاتئي، سـخي شـاهہ جمـال تـي

رتو ويس ڏکي ، پارائي ڳهه ڳنا،
ڪَيَئي راج ڪنا، شاديءَ لئه چوڪري .

نياڻيون سياڻيون آئيون، ڳاتائون سڀ ڳيچ،
منديءَ ٻوڙايئي چيچ، لڪي لڪي گهوٽ جي

لائن واري ويل، ڏانيئه سڀ ڏانوڻ ،
پوءِ نه تيا چوميل، لانئون ڏنئي لال .

نيڪيتيءَ جي ويل، گل چوندايئه گهوٽ ڪان،
تي نه سگهيا پر ميل، گهوٽ ونيءَ گهر ۾.

ڏيئي لوڻ ٻڪ ۾، تو جي وٺايا هٿ،
سي نه رهيا سٿ، ساڳي آءُ اڪيلڙيٰ

ماءُ لڏيون مون لائون، جڻ نه تيو هو ڏوهه
ڪنهن ڏي ڏيان ڏوهه، قضا مون سان هينئن ڪيو

تو نه گهٽيون ئي ماءُ، باسون باسيون شاهه تي،
پر ڪو لونءَ لڳاءُ، مون نه پاتو وَر سين

مون ٿي رنو ماءُ، تو ٿي ڳاتا سيهرا،
ساريون پينر پاءُ، لائون ڏنيون لاڏ مان.

آءُ ڪٺان ٿي سُنهن، منهنجو نا هي ڏوهه،
لڪيو منجهئين لوهه، پڙيو، پيار نه مليو

گل ڦل گاهه گسن، چوءُ ڏس ٿي سرهاڻ،
وسي ويو وڏ ڦڙو، وڻ ٽڻ ٿا وهسن،
پرين شال پُرجهن، مند سندا مامرا.

ٻُڪنَ پيلا گلڙا، ڪوتڪ ڪئي قطار،
مُوني آئي مند آ، موني پئَ تون يار،
تو ڪان ٽينبدي ڏار، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.

اڇا گل ايوڻيءَ جا، ٽاري ٽاري ٽي ٻهڪي،
چَنُون چيها جهرڪيون، ٽِيٽِيهر ٽي ٿَهڪي،
مند سچي مهڪي، توڙي ڏينهن ٽپي ويا.

پيرون ڪيڙن ڪوڙ، ڪامنهن جهليا ڪارڙا،
تڙڳي پاٽيءَ پاند ۾، جهول پرن ٿا ٻارڙا،
تو ڪيئن مون يارڙا، وسريا ورڻ ڏينهڙا.

رهي پئُ راتڙي، وس مندائتي مينهن
ڪيڏ و مونکي نينهن، نهارايو ننڊ جاڳ

ماکي لاهي موٽيا، ڪنن ڪر ڏس لوٽا،
ڪاڙهي ڪاڙهيا ڪيترا، ڪرا تنوڙي ڪوٽا،
تاڏل چاٽي ڏيئڙي، خص خص بادام ۽ قوٽا،
ڏوهٽيا ۽ سڀ پوٽا، ڪرڙم سچو ئي ڪيم تي.

رنبي ساريون سهاڳڻيون، برت تيون پرينِ،
ڪيڏا نيا ز ڪرينِ، ڳائي لاڏا لاڏ مان.

ڪيڏي پيڙا سفر جي، جهوري وڏو جي
پرين اوڏو تيءُ، تہ لهين تڪ سفر جا.

ڏنم توکي ڏاج ۾، لڙڪ اکين لاڙي،،
ساھ نہ آئين ساڙي، جد ائي هن جي ۽ کي

سانجهي سپون سمنڊ، لهر لهر آلاٽ،
ڪيڏا اونچا ڳاٽ، ڳڙڪائي وينو سمنڊ آ

باک ڦٽيءَ جو ماک، جرڪي لئيءَ جي لام،
راتِ صبح ۽ شام، ماٺو سيءَ سڪائيا.

ويڙهو سڄ لڙي، پهتا نه پاندي يار،
جن لئه سڀ ڄمار، جهڄان جهران جو ۾

مونکي کهڙي ڪل، جهريو جيءُ نه جڙٽو،
پيهر نا هي ورٽو، ويو، ورندو ڪين ڪي،

مونکي کهڙي ڪل، دم نه پنهنجي وس،
موت ڪيڏي مت ڪس، جهپي ساهه سرير ڪان.

مونکي کهڙي ڪل، رهندو هڪڙي رات،
جيءُ ڏئي نا جهل، جهري جهڄي جوءِ ۾.

مونکي کهڙي ڪل، ايندين نه موٽي ماڳ،
پير ڦريون ۽ ساڳ، تو بن وٽندا ڪينڪي،

تنهنجا ينا نيڻ، منهنجي ننڊ ڦٽي،
تولاءِ آءُ مٺي، سوچي ستس ڪينڪي،

ڀني ساري ڀونءِ، لڙي ويئي رات،
نٿي نڪري تات، جنين جهوري جندڙي

تارا گل ڦل باغ، چنب چٽاٽو چوڏار،
ڪوليا تو جو وار، اوندهه سڀ ڏڪي چڏ يا.

آءُ اگر تو ساڻ، اوريان اندر اور،
سوَ سوِ پيرا گهور، تيندا منهنجا انگڙا.

تنهنجا سارا انگ، جرڪن چوڏهينءَ رات،
ساري وڳر جي وات، تنهنجي آهي ڳالهڙي.

تو لئه کهڙي ريت، تو سان سڀ جي پريت،
تو سان جيڪا پريتِ، ڪنهن سان ڪين ٿئي.

ماڻا موهن ڪينڪي، موهن تا ڪي ٻول،
جيڪي منهنجي جهول، آ ڇيم سي ادب سين.

اک لڳي ئي ڪانه، سوچي ساري رات لڙي،
مٿان چنب ڪڙي، چوريو منهنجي چِتّ ڪي.

تارا ڪجڪو رات، متان تيو مانُهن،
ڪيڏي انسي هيل آ، ڳاڙهڙي برسات،
هر ڪنهن وائي وات، ڪونڌر ڪنا ڪيترا.

تون سارو سچ پرين، آءُ ڪوڙو ڪچ،
محبت ٻاريو مچ، آءُ ڪي اوڏو عشق جي.

تون تہ سهائو سج، اوندهہ تو لئہ ناهہ،
ڏسر ڪٺي تون ساهہ، روشن ڪريو رات ڪي

پرجهيم هاٺي پت، چاهي مايا موهہ،
ڪنهنجو ڪونهي ڏوهہ، هر ڪو چاهي مون ملي.

چندن سندِي چڪَ، سچڻ سندي سِڪَ،
ڪانہ رهي تي لڪ، وڪري وجي واءَ ۾.

جهومر جهومن جيئن، تو جهومي اتي جيءُ،
کهڙو پرين آ هيءُ، ڏني ساهہ سيبائيو.

سادو سوا سور، جوڳي بنا جاڳ،
ڏنو ٻڌو ڪينڪي، بنا راڳيءَ راڳ،
جهاڳي جهاڳ اَجهاڳ، پانڌي پهتا پِرَ ڪي.

ٻُرُ ۾ سُرندو، جڏهن ڪن پيُن،
ڇاتو ٿي چاٽڻ، سِر سوا نہ گهرندو.
ڇارڻ نہ چرندو، ڇورئي ڇنگ ٻنا.

گهائي ڪا گهُورن، ڪنين اڙايو انگ،
ڪنين ڪاٽيا قيد ڙا، ڪنين ڇنايو ونگ،
ڪنين ساريا ساٿيا، ڪنين ساريو سنگ،
جاني جنين جُنگ، ٻڌن ٻولن ڪينڪي.

اسان رات اداس، سوچيو وينٺي سنڌ تي،
ڪيسين رهندي راتڙي، ڇوڏس هيئن اماس،
آيو جهوٽي واءَ سان، رانول رتو واس،
ڪنهن کي ناهہ قياس، ساڙيندي سنڌ کي.

# نذرِ اياز

ٻڌ ٻڌ هاڻ اياز، ڳائجن تنهنجون ڳالهڙيون،
سارا تنهنجا ساز، گهر گهر گونجن ڪيئن پيا.

ٻڌ ٻڌ هاڻ اياز، تنهنجو هي پيغام،
ڪيئن ٿيو آ عام، ڪنڊ ڪنڊ پهتو سنڌ ۾.

ٻڌ ٻڌ هاڻ اياز، تنهنجون هي وائيون،
ٻاجهاريون ٻايون، ٻولن جهوليءَ ٻار سان.

ٻڌ ٻڌ هاڻ اياز، تنهنجا گيت غزل،
ڪانهي جهڙ نه پل، ڳائجن ڳوٺ ڳلين ۾.

ٻڌ ٻڌ هاڻ اياز، پنهنجو سچ چيل،
توسان قول ڪيل، پاڙين سنڌي جوانڙا

ٻڌ ٻڌ هاڻ اياز، ڳايل پنهنجا بيت،
پرٻيـر ٻهڪن گيت، جر جر جرڪن جوانڙا.

سمجهج ماڻ ايا ز، مقصد پنهنجو ماٽيئي،
پرجهي سون سا ڳالهڙي ،لڏ و تنهنجو راز،
تنهنجو هي آواز، بڌ و هر هڪ يا يڙيُ

تو سان کهڙي ريس ، تو وٽ لفظن کاڻ ،
حياتي وڏيري ماڻ ، پرج جهولي سنڌ جي

تنهنجي هيءَ ٻولي، جيڏي ٻاجها ري آهه،
تيڏي تکي گولي، جي ٻوليون ٻئي ڍنگ سان.

موتين پوئين هار، تنهنجا لفظ لڙهيون،
وچين ايئن مڙهيون ، کهنا لفظ صراف جان.

تنهنجا جو ٻه پڙهي، وايون گيت غزل،
جيءَ اچي نہ جهل، ان جي ننڊ ڦٽي پوي.

منهنجي نيٽئون ننڊ، چاکئون ڦٽي رات،
مونکي ڳولي ذات، لڏ و آهي لوک مان.

# ڳوٺ جي سار

ٻجهي ٿي ٻلهڙيجي، دڙي پاسي دادلي،
جهوري جنهين جي، رات و ڏينهان روح ۾.

جنهن ۾ چاپي مون، پيرين پنڌ ڪيو،
رهان ڪيئن سڪيو، ان جا ساري ڏاڪڙا.

سارون سنڌوءَ ڪپ جون، اچن سوٽن ساڻ،
پانيان پنهنجو پاڻ، پرزا ڪيان پٽ تي.

اتر شاهه جمال، ڏکڻ شاهه ملوڪ،
ٻوڙي سگهي ڪينڪي، جنهن کي سنڌوءَ ڇال،
ٻڌيو اتان جو حال، هيئون هجي ٿو وڃي.

ڳوٺ مٿان چنڊ، چمڪي چوريو چت کي،
ڳُڙي پيو ڳهنڊ، پرهه ڦٽي پرڀات جو

ستي سناريم سيڻ، ورهين ڪين وريا،
سيئي سور سَرِيا، چٽڪي منهنجي چت ۾.

موت نه ڏسي منڊ، هوت نه ڏسي حال،
ڪڏهين ڪري ڀال، اچي هوند اڻ هوند ۾..

# ٿر، ڪيڪڙو ۽ واري

ڪڙڪڙ آهي ڪيڪڙو، رڻ پٽ جو راڪاس
ڏاري ٿو آڪاس، هن جو هي آواز.

ساري واري سيج، وڻ نہ ڪو وانگي،
ا رهيا سرها سانگي، سونهن ديس وٿاڻ ۾.

پيرون پڪا پوٺن، تڙڪي ٿڪو تياءَ،
جهولو جهٽي واءُ، ماٺهن لنگ اُساٽيا.

ڪاري واري ڏينهن، ڪڏ هين ٿرندي رات،
ماٺهن ڪاڏي مات، ڪيڏي سج الاءَ سان.

چٽڪي ڪٽڪي ڪرهو، رڙهي نہ، راڙا ڪري،
پاٽي ناهي پنڌ پري، هلي ڪيئن هيج سان.

واءُ سچوئي واسيو، تنهنجي سڳند ساڻ،
تنهنجا سيئي ماڻ، من موهيندا ميان.

اوني پوني پڊ متي، ڪڏ هن وُنو مينهن،
ڏڪيا ڳڏ رن ڏينهن، لاٽو لنب سڙي ويو.

رڻ تي کھڙي رات، توڙي چمڪي چنڊ،
ڳڙي نہ تو جنڊ، تہ سونهن آسونهين لڳي.

هيءَ جا ڏيءَ ڏ را ڙ جي. آهہ ساماڻي ڪالهہ،
ڳهيليءَ جي ڳالهہ، واڙي واڙي وات تي.

ڪهڙي ڪريان پت، توسان پنهنجي ڳالهہ،
منهنجي ساري زندگي ،منجهيل جهڙي ست،،
جي سليان تو سان سور،تہ ڪلي پوندم ڦت،،
ساهہ ٿئي تي ڳهت، ، ساري ڳذريل ڏينهڙا.

سليم ساري پت، جيون جا بہ پرولي،
ٻڏي جهوليءَ ماءُ ۾ ،ٻا جهاري سا ٻولي،
ڇاپي مرڻ وچ ۾ ، زندگي ڪيئن رولي،
جيتي ويا جڳ ڪان ،خالي جنين جهولي
جيڪا وهي پولي ،ڇاڻ اها ڇاٽي وئي.

# چوڏيل ۾ چنڊ

تنهنجو چهرو چنڊ ، آئيني ۾ جرڪي،
منهنجو من مَرڪي ،اولڙا اکين تي پيا.

تنهنجو چهرو چنڊ ، لڏي آئيني منجهه،
من، تي ٽيو ائن منڊ ، اکيون آئيني ڪتيون

ڳاڙها تنهنجا ڳل، اکيون هرٽيءَ هار،
ڪڪر، ڪارا وار، اکيون آهن آگميون.

شيشي ۾ چاچول ،سارو جسم چلي پيو،
سي ڪي ملي پيو، ڪيڏو ساءُ سرير، جو

ننڊ اکڙيون نينگريون، ڍاري وينيون ڪنڌ،
ساٿو سَنڌُ سَنڌُ ، اجان پنڌ اڳيرو.

آئيني ۾ خوبرو، ڪالهي ڪنڌ ڍاريو،
منهنجي من واريو، پري ڪان ٿي پاڻ ڪي.

ڳلن جرڪو سج جو، آئينبي مان اولڙا،
ائين تو جو پورڙا، اکيون چنيي ورتيون.

صوفن جهڙا ڳڻل، اکيون ڪارا انگور،
هن جي ترچي گهوڙ، گهائي رس گا ڏئين.

تو لئہ ڪا تشبيهہ، ڪا نہ سجهي تي ڪامٽي
ائين ڏانوڻ ڏانوتي، اِڪ نہ مهن جي د لڙي.

آئينسي ۾ تنهنجو چهرو، ائين تو جهولي،
ڪڪرن مان چنبڊ تو، چڪور ڪي ڳولي.

اونڌا يئمانا ڪري، بند ڪيئي مذ شالا،
پياسا ڪتي پيد وجن اجارا موتيو.

ڳل متان هت آڱريون، چنبڊ مٿ ساڊل،
نڪري جهت پل، چنبڊ چتاٽو پيو ڪري.

ستي سارين ڪانہ، ڪنهنڪي تي پر پيائين،
نہ تي جو ڳالهائين، سرتي سمجهيم سيڪي.

آئيني ۾ چهرو چنڊ، جهولي پينگهي جيان،
منهنجو من ميان، آهہ ڪنديو ان ڏي.

اکيون کولي تو، سنواريا ٿي وار،
جڻ تہ ٻولي تو، ڏني پڪ پريت جي

اکيون کولي تو، سنواريا پئي وار،
تنهنجا سارا پار، پرجهيا مون پرين

اکيون کولي عجب مان، ڏٺئي پنهنجو پاڻ،
هيڏي ڪيئن سرهاڻ، نڪتي منهنجي ننڊ ۾

پر ۾ سسڪيءَ ساڻ، سوليئي جيڪي ٻولڙيون،
تڙفي من ڪئي ناڻ، ٻڌان ٻاجهارين کي

ويندي هڪ نظر، وڌم نوتي پوپري،
وٽينءَ مونکي اونري جيئن پاڪر ۾ هجين.

چمڻ جهڙا چپڙا، ڇهڻ جهڙيون ڇاتيون،
ڪبڏيون آهن آتيون، اکيون اربيليءَ سنديون.

پر ۾ تنهنجي سکي سونهين گل گلاب جيان،
گهوريو ڪيئن نہ وڃان، پرين! پرڏيهہ جا.

هـار ڪـري سـينگار، جـڏهن ڪنيـان تـو پيـر،
هـاڻ لقتـا نـا چـٽي ، منهنجـي مـن، جـا ميـر.

هـار ڪـري سـينگار، تـو جـو ڪيـڙي گهـور،
موهيـو منهنجـو مـن،، چـنـڪي دل اک انبـور.

آءُ هلـي هـڪ وار، ٿلـي ، اڱـڻ اجـاري وچ،
مـن، ۾ مـائي چـٽنـگ مـسـتي، ينيـت ٻـاري وچ.

آءُ هلـي هـڪ وار، ڪلـي پريـائي وچ هـي مـن
سا هـ نـ تـو سـيبائي سـرتا ،ڪـامي تـو مـون تـن.

جيـڏي ڪـاري رات ،تيـڏ ا روشـن نـيڻ،
ڪيـئن نـ ٻڪجـن تـن سـان ، منهنجـا آتـا نـيڻ

ڪيـئن يـاد ڪيـانس ،سـچڻ وسـري ئـي نـ تـو،
سا هـ ۾ ساجن رهـي ، ذهـن ۾ اُسـري ئـي نـ تـو.

ڳالهـ ڪنهنجي ڪيان. يـاد بـس هڪـڙي اتـم ،
ڪنهن ڪي ڪيـئن ميجان، هن ٻڌائي ٻاجهـ سـان.

اکڙيون کول تہ اوتيان تن ۾، پنهنجي من جمي جوت،
اوندا هيون سپ روشن ٿيڻ، منهنجي دل جا هوت.

ڳاءِ اتي پر راڻو هاڻي، تي وئي آ پريات،
من ۾ کو ماندا ڻ مچي، کيڏي آهي سانت.

جنهنجا ڳل گلاب کڙيل، نرگس جهڙا نيڻ،
سي ئي منهنجا ساجن سرتي، سي ئي منهنجا سيڻ.

اٿ اجارو پيت ٻکيو، اُکلي کهڙو پند،
اوني وينو واجهہ وجهي، نا هہ وچا ٽو هند.

اپ ئي نا هي چنڊ سکي! تا تارا کل ول کن ،
ساريم پنهنجا سيڻ سکي! مونکي موهيو جن.

آءٌ اوهان جي آهيان پيارا ، ٻئي جي نا هي ڪاڻ ،
تون ئي موتين مالها آهين ، تون ئي هيرن کاڻ.

لائي پريت نباهڻ سرتا ، آهي پنهنجي ريت،
موهي ماڻن سان نہ مارج ، جڙ کري نا جيت.

ڪُـچي ڪير سگهي، ڪنهن جي آهه مجال،
تو آڏو ڪين هلي، منهنجي جان جمال.

تنهنجي ڪارن وارن نيارن، موهيو منهنجو من،
تنهنجي نيڻ نهارن تي، تڙپي اٿيو هي تن.

ساٿي ساري هنجون هاري، هيءَ ايا ٿي ڪير،
رات نهاري سج اياري، ڪنهنجا گهٽ ۾ گهير،

اکيون هي نه اوپريون، صدين جي سڃاڻ،
هلي آئيون پاڻ، منهنجو مان مٿي ڪرڻ.

مان آهيان آواز، وڪري واءُ ۾ وڃان،
تڙ تڙ تي پڙلاءُ، ٻڌجي ٻُري ٿو اڃان

تارا تنهنجو ڏوهه نه آ، پلي پيو تون ڪلُ،
پري آ مون کان ساجن، تون ئي هن سان ملُ،

رات وسايم وڏ ڦڙو، تو کي ساري سيڻ،
کنهن جا ساريم ڪين ڪي، سرتين ڏنا جي ويڻ

ڳاءِ اتي ير راڻو هاٽي، تي وئي آ پريات،
من ۾ ڪو مانداڻ مچي، ڪيڏي آهي سانت.

آئون اوهان جي آهيان پيارا، ٻئي جي نا هي ڪاڻ،
تون ئي مون لاءِ موتين مالها، تون ئي هيرن کاڻ.

تنهنجي وارن ڪارن نيارن، موهيو آ هي مڻ،
تنهنجي نيڻ نهارن تي ير، تڙپي اتيو هي تن.

سُتي تنهنجي سونهن، نکري آئيني منجهان،
دل سان ڪئي وِرُونهن، وسري ڪيئن وجود ڪان.

ڪنهنجي ناهه مجال، ايند ن روڪي راهه،
پورن متان پال، ڪري قرب قريب تو.

رڻ تي رات اُتي، برکا بوند بهار جي،
لتي مونجهه مٿي، سائون سرس ڦولاريو.

پنڌ نه پراهون، جي هلين هئين ساڻ ،
ٿورو اڳاهون ، ساجن آهي سات ۾

لڙي هيل ته آءُ ، ڏس ته اسان جا ڏاڪڙا،
سڌ نه سات سماءُ ، ڪهڙو ويل وهي وُيو.

اهي ئي ياد ڪرين، جن وساريو هجيس،
سي ڪيئن سارين ، جن جي ساه پساه ۾.

تو سان پنهنجو سنگ،سنيران صديون اڳي،
منهنجو هر هڪ انگ، جهومي تنهنجي گيت تي.

لڪيم جيڪي بيت، چهرو تنهنجو ڏسي،
لهرون لهرون ڪيت، مٿان چنڊ ڏسي پيو.

چڙهي متي چوٽ، ڏسي بيٺو چنڊ تو،
جيڏا اونچا ڪوٽ، اوڏو ظلم زمين تي.

تون به اوري آءُ، تو ڏي آءُ رڙهان پيو،
منهنجو ٿهريو ٿانءُ، پرچ پنهنجي پاڄه سان.

ماٺِهن وات نه ڪي ڪوهه، تيئا نا هن بند،
ڏس ڪيڏا سهٺا ٿوهه، گدرا ٿيندا ڪينڪي.

تون به اوري ٿيءُ، ڏس منهنجا ڏاڪڙا،
سيارو سارو سيءُ، لهي ڪين وجود جو.

نه نه ڳوڙها نيڻ، ٽپڪي پاند پسائيو،
پنهنجا سيئي سيڻ، ساريم ويٺي سانت ۾.

تنهن جو چهرو چنڊ، تارا ڏسجن ڪينڪي،
محبت وارو منڊ، مون تي مڙهجي آ ويو.

لڙئي سج لهرون، واريءَ جون واتن تي،
پوپاڙيءَ پهرون، ورن سڀ وتاڻ ڏي.

اورينڌي اورون، اُپريو سج اُلهي ويو،
آيون تي سارون، اونهي مان اوچ سان.

ڪا لها نڪر ڪانگ، ڪنديءَ وينو نا ٽي،
ساٿيئڙن جو سانگ، آهي منهنجي پار ڏي.

وريو ڏڪڻ واءُ، مونجهه لٿي ماڳ تان،
ها ٽي پرين تون آءُ، گڏ جي گهاريون راتڙي.

مونکي کهڙي ڪل، وري ورنڌين ڪين
ڪري سگهان نا پل، مٿو من ماندو ٿئي

اتي پانڌي يار، پورج پرينءَ پار ڏي،
ستي ويني سار، توکي جنهن جي جيءَ ۾.

اتي پانڌي يار، پورج پرينءَ پار ڏي،
ستي ويني سار، توکي جنهن جي جيءَ ۾.

آءُ تہ گڏجي گهاريون، بن وڇوڙو پوءِ،
آءُ تہ جند ڙي واريون، تو تان سانجهہ صباح.

ڪيڏا پختا پڪ هيا، نظرن جا تو منجهه،
سارا سوين لڪ هيا، تنهنجا ٻول پرين.

اڄ عشق امام، ڪيو قرب ڪلام،
سٽم جيئن سلام، تيئن پختو پيچ پيو.

آءُ اگر تو ساڻ، ڪيان روح رچنديون،
چنڊ ڪتين ساڻ، تڪ ٻڌي ٻڌ ندو رهي.

سڪان ساري رات، ايرئي سان اَيِري تيان،
وائي پوءِ پي وات، مونکي ساجن جي رهي.

ڪانهي ڪابه ميار، توتي منهنجا يار،
آهي مون چمار، اُڪنديءِ ا زل ڪئون.

رهي منهنجي روح، ساجن سنَاه سرير ۾،
سانجهي ساڻ صبوح، ڳُجهي ڳر هيان ڳالهڙي.

هيڪل وَسُوري آنءُ، آهيان تنهنجي آسري،
وٺيو تنهنجو نانءُ، جڏو جيءُ جياريان.

مان نه پنهنجي وس، سڀ ڪي تنهنجي وس،
ڏانءُ پرين ڪو ڏس، تو سان پريت پختي ٿئي.

- تنهنجي سار ستائي.
- تون آن آيو هيل، اويري ويل.
- وسڪاري ويل نہ آ.
- سينو آءُ ڪيئن تو سان سا هيان.
- آءُ تہ ٻهارون پيرو ڪن.
- نہ ڪر پڇتاءُ منهنجا ياءُ.
- نيڻ ڏين ويڻ.
- وس وس او مينهڙا!!

تنهنجي سارسنائي

سا جن !

پل پل تي تڙپائي

ڪيڏا ڏينهن وڇوڙي پيڙا ، ڪين لڌي تو ڪا سار،

ڪيئي ڇوءُ ماسا گذ ريا ،لنگهي ويا سوين بهار.

ڪونج لنگهي ڪرلائي

ساجن!

پل پل تي تڙپا ئي.

هيل اچي ڪر ميل ،ڏ ڪئي هن ڏيل سندو ڪر دارون،

ساهه سڪي ٿو ريجهي ڪين، ڪري توهان لئه ڪارون.

سُور اند ر جڙ لائي

ساجن!

پل پل تي تڙپا ئي

واجهه وجهان واجهائيان، سڏ پڙاڏا ساريون واٽون،

روح رڙي ٿو تو لئه ساجن! نيڻ وسن جيئين چاٽون.

چڻ ڪو سارنگ ڳائي،

سا جن!

پل پل تي تڙپائي.

آءُ هلي، پوءِ ڏيهه پلي، ڳالهيون ڳائي ڪين مڙي،

چوريو منهنجو چت آهي،ڪن پئي هن چنگ چڙي.

ساهه سندم سيڏائي،

سا جن!

تنهنجي سار، سنائي

توں آن آيو هيل، اوبريءَ ويل،
ڏني لهندا ڏک پرين.

اڏاريم ڪيئي ڪانگ ، مسين ڪيا تو سانگ ،
پاٽان تيا، پڙيانگ ، لاڙي آئين چانگ.
تنهنجي آئي او پيارا!
سَهنجا تيا هيل سيارا
تو جو ڪيڙا ميل، جـڙي پيا سي ڪيل،
سارياں ڪهڙا بسک پرين.

ويهه ته وهسي دل، ڪيچ ڪري ڪـل ول ،
اک نہ ايندي گـهل بئي نہ لڳندي دل ،
توں منهنجو سينگار،
تو سان منهنجو پيار،
توں آن تيل ڦليل، آءُ ته ڪريوں ميل،
ڇهري ڪهڙي مَـڪَ چـک پرين!
توں آن آيو هيل، اوبري ويل،
ڏني لهندا ڏک پرين!

وسڪاري جي ويل نہ آ،
ڪنوڻ ڪيو ير ڪيل نہ آ.
هڙڪ هلو هو،
ڏيمان هلو هو.

آهہ گهٽا گهنگهور پر،
هيل، نہ برسيا ٽر ۽ بر،
هڙڪ هلو هو،
ڏيمان هلو هو

ڪيڏي پياسي پٽ آهي،
ڪڪري برسي جهٽ آهي.
هڙڪ هلو هو
ڏيمان هلو هو.

آهہ اڏاٽي واءَ سان واري،
ڌرتي پنهنجي پوءِ بہ پياري،
هڙڪ، هلو هو ،
ڏيمان هلو هو.

سر سڪو آسانگي ڳيو،
وڻ نہ آهي وانگي بچيو،
هڙڪ هلو هو،
ڏيمان هلو هو

سورج آهي باک ڦٽي،
راهه پنهنجي چاڻ ڪٽي.
هڙڪ هلو هو
ڏيمان هلو هو.

ويڙها پنهنجا سارا وڳ،
اڪين ڏٺا سون الله لڳ،
هڙڪ هلو هو،
ڏيمان هلو هو .

مارو مليا مُرڪي مُرڪي،
گڏجي وينا سُرڪي سُرڪي،
ويڙهي يار ڪتا،
ملندي ٿڪ لٿا.

سينو تو سان آءُ ڪيئن سا هيان،
ڌورا تنهنجا ڪيئن مان لاهيان،
جهڙي آهيان مان تنهنجي آهيان.
تو ڪان ڪيئن لنوايان،
تو سان نينهن نباهيان
تون شل مونکي پنهنجو پائين.

اڄ تہ اتر واءُ لڳو آهي مند مٽي
ڪئن تو ڪان وسري منهنجي گهٽي،
تون ئي سر جو سائين،
ڇو مونکي ڳل نا لائين،
تو بن جيءُ جنجال، اڇي تون ڳــر لائين.

٥

تون جو وئين تي دل جي ڌرتي ويران
تو بن ساري جڳ، ۾ آءُ رهان حيران
ڪين وٺي تو مــنڙا مونکي پيو انسان
تو بن نا هي آرام
ياد پوين صبح شام،
تون ئي منهنجي سر جو سائين.

آءُ تہ بهارون پيرو ڪن ،
موتي مند ملهار،
منهن جا پيار،
تو بن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

سرتين؛ جا جيئن چهرا ٻهڪن ،
منهن جي من ۾ اڌما ٽهڪن،
ساري تنهنجا پيار،
ڪيئن رهان مان ڏار،،
دک ٽا دل ۾ ديرو ڪن ،
آءُ تہ بهارون پيرو ڪن.
تو بن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

ڪونجڙي ڪرڪي پار اڏي وئي،
سانجهي تي وئي سار وڌي وئي ،
دل نہ لڳي ڪم ڪار ،
آءُ اچي دک تار،
سونجهہ چڙهي وئي آهي من.
آءُ تہ بهارون پيرو ڪن،
تو بن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

چانڊوڪي ۽ جهرمر تارا،
هر هر مون ڏي ڪرن اشارا،
هاڻ اچي گڏ گهار؛
پاڻان ڪر نا ڏار،
سدا وسو منهن جي چن.
آءُ تہ بهارون پيرو ڪن،
تؤبن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

ايندين تون تہ تيندا سکڙا،
ڏني اوهان جي لهندا ڏکڙا،
اچو تہ تين ديدار،
آ دل کي ڪيڏي سار،
ير وجهو وچوڙي کي ٻن،
آءُ تہ بهارون پيرو ڪن.
تو بن گهاريان ڏينهين ڏکيا.

منهنجي بدن جي ٻک بلي،
ڪيئن ڪو پنهنجي دل پلي،
تانگهہ لڳي تارِون تار،
آءُ اچي پياسي پيار،
تونِس تپايو آهي جن.
آءُ تہ بهارون پيرو ڪن.
تو بن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

جيئن رهيو آن ايڏو ڏور،
آنءُ وجان پئي تيئن وهلور
ايئن نہ تڙپائي مار.
آءُ اچي ٻڌنديءَ تار،
منهنجي ننڊ نہ آهي نيڻن،
آءُ تہ ٻهارون پيرو ڪن،
توبن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

چا تو وٽ مون لئہ نا هي پيار،
جيئن چوين مان تيئين تيار،
هاڻ رسامي کي ٻار،
آهيان آءُ نماڻي نار،
هي لنگ ٻہ تو لئہ تا ترسن،
آءُ تہ ٻهارون پيرو ڪن،
تو بن گهاريان ڏينهن ڏکيا.

نہ ڪر پڇتاءُ ـ منهنجا ياءُ،
موٽي آءُ،
جنگ اجان پي جاري آ.

ڌرتيءَ ڏڳ ڇڏيا ـ موتي لال مٽيا.
ڪونجن جو ڪُرلاءُ،
منهن جا ياءُ،
جنگ اجان پي جاري آ.

سرتا سڏ سٽي ـ موتي اڄ ڪٽي،
وريو آهي واءُ،
منهن جا ياءُ،
جنگ اجان پي جاري آ.

آ يني اڄ رات ـ وائي سڀ جي وات،
ڪريو اڪلاءُ،
منهن جا ياءُ،
جنگ اجان پي جاري آ.

ڌرتي دا ن گهري ـ سوڍ ن سڏ ڪري:
ٻجهي تو پڙلاءُ،
منهن جا ياءُ،
جنگ اجان پي جاري آ.

ونو سڀ وير ـ لنگهي گهٽ گهير،
ڪونهي پرچاءُ،
منهن جا ياءُ.
جنگ اجان پي جاري

نيڻ ڏين ويڻ،
لاتئہ ڏاڍا ڏينهن پرين

آءُ اڱڻ مهڪاءِ مکڙا،
توکي ڏني ويندا ڏکڙا،
مل تہ پرين تيندا سکڙا،
سک مان ساريم سيڻ
نيڻ ڏين ويڻ،
لاتئہ کيڏا ڏينهن پرين

ساجن تنهن جون سارون،
تن من جون ير تو ڏي ميارون،
تو ڏانهن مکم کيئي تارون،
نند وساري منهن جي نيڻ،
نيڻ ڏين ويڻ،
لاتئہ کيڏا ڏينهن پرين

تنهن جي وئي ويرا ڳي من آ،
باهہ ٻٽيو هي ساروتن آ،
کيڏو ڏکيو هر هک کن آ،
کين وٽي مون ياءُ ۽ ييڻ،
نين ڏين ويڻ،

وس وس ا و مينهڙا
دلڙي منهنجي کس
ا و مينهنڙا
لائڻ ڪيڏا ڏينهنڙا
ا و مينهنڙا
هاڻ پلي تون وس

ڪري ايڏيون اوڙڪون،
پل تل ترايون،بوڙ تون،
گاهہ ڦٽن ڪي گس
نڪري پون ڪي نينهنڙا
ا و مينهنڙا
هاڻ پلي تون وس

آهہ پرين اڄ منهنجي گهر،
وس وسي اڄ بوڙ بنا ڪر،
وسڻ ڪنان نہ ڪر بس،
سرها ٿين سڀ ڏينهنڙا!
ا و مينهنڙا
هاڻ پلي تون وس

ريڊو اڄ جو آهہ رنو
پوءِ بہ مجي نا من منو،
لاءِ اچي تنهن گس
ا و مينهنڙا!
هاڻ پلي تون وس،
او مينهڙا !
لائڻ ڪيڏا ڏينهنڙا.

نيڻ ڏين ويڻ
لاتئي ڏاڍا ڏينهن پرين!

آءُ اگڻ مهڪاءِ مُکڙا،
توکي ڏئي ويندا ڏکڙا،
مل تہ پرين ٿيندا سکڙا،
سک مان ساريم سيڻ
نيڻ ڏين ويڻ،
لاتئي ڏاڍا ڏينهن پرين!

ساجن تنهنجون سارون،
تن من کي تولئہ ڪارون،
توڏانهن مکُم ڪيئي تارون،
ننڊ وساڙي منهنجي نيڻ.
نيڻ ڏين ويڻ،
لاتئي ڏاڍا ڏينهن پرين!

تنهنجي وئي ويڙاڳي من آ،
باھ ٿيوهي ساروتن آ،
ڪيڏو ڏکيو هر هڪ ڪَن آ،
ڪَيِنَ وڻي مُون ياءُ ءَ ييڻ
نيڻ ڏين ويڻ،
لاتئي ڏاڍا ڏينهن پرين!

ڪائي ڳالهہ چوانءِ ، ٿورو ٻـڌ تہ سهي
ڇا ڪالهہ ٿيو هي، هوندءِ سـڌ تہ سهي
آ شـهر سـڄو خـاموش ٻڏيـو ڇـا ڪئـون ؟
ڪجهہ تون بہ سل . ڪا ٻـڌ سـڌ تہ سهي

تنهنجي پارسائيءَ کان مان واقف آهيان،
ٻئي تي آ ڱر تو کڻين ، ڪجهہ ڏيان تہ ڏر.
ڱلا خوري ڪنهنجي بہ ڪجي چڱي نا هي،
ڪو عيب نہ توکي ڳڻائي خيال تہ ڪر.

ڪوئي فرشتو نا هہ يل تہ اديب ئي هجي،
چار ڪتاب لکڻ ، شرافت جو تمغو نا هہ.
ڪري ڏوهہ ثواب تو هرڪو پنهنجي لاءَ،
عابد جي نشاني تہ ڪوئي نغمو نا هہ.

ساڳيو مان ساجن ، ساڳيا منهنجا حال،
ساڳيو آهي جڳ سارو ،ساڳيو جڳ جنجال.
قرب تہ رهيو نا هہ ،ڪنهنجي دل ۾ يارو!
هر ڪو تڪي پيسو ،ڪنهن ٻئي جو مال.

مان نہ هارايان، ڪيئن ڪتين ها راند تون،
مان نہ چاٽيان، ڪيئن پرين ها پاند تون
راند ڪيڏڻ، پير چاٽڻ جو مزو ماٽيو پنهي،
جي نہ جيتين، ڪيئن ڪرين ها ياد تون.

روح جون ويرانيون، رات توڙي ڏينهن ۾،
برهہ جون برساتيون، مند ڏسن سي ڪينڪي.
تا پرن ڪورا اندر، باقي پاهر ڏسي ڪو نہ ڪو،
درد جون درمانيون، توڪان ٿين سي ڪينڪي.

پريت پاڙڻ، توکي سنيارڻ، وصل وارڻ،
توڏي نهارڻ، نيڻ ٺارڻ، منهنجو ڪم آ.
تون لنگهين، ڏسندي ورين، ويندو رهين،
منٿون ڪرڻ، توکي سڏڻ، منهنجو ڪم آ.

سرت وارن جا سلامي رات ڏينهن،
عشق وارن سان انجامي رات ڏينهن.
ڦاٽ مڙهيل چپ سبيل، دل درد پربل،
محب سان مٺيلا مدامي رات ڏينهن.

ڪنهن ڪي ٿي ڳولين ،
ڪيڏو آهي ڏينهن ٽتل ،
جواني جوٽي رولين.

آڳر سو نا سپرين ،
ڪالهانڪر سو ڪانگ لنوين ،
جيئين شال ورين.

سج نہ سنيران سور سوا،
سک نہ منهنجا ساٿي ڙي ،
ڏک نہ ڪڏهين ڏور ٿيا.

واري مون واري ،
سنڌڙي تو تان جندڙي ،
پنهنجي هيءَ ساري.

تون ڪرين انياءُ ،
مان نہ سنيران سنڌڙي ،
تنهنجو رک رکاءُ.

چـڙيو آهي ڏڻ،
لوڙهہ هيٺ ۾ آهہ ڏنار،
هن جي اک ۾ ڏڻ.

ڪيڏي ٿڌڙي چانءِ،
ڇهڙي نم جي هاڙهہ ۾،
وڻانَ تنهنجو ڇونانءُ.

تنهنجي پٽم ڳالهہ،
ڪيڏو ساهہ سڌير ٿيو،
آيو ريہارو ڪالهہ

هرلو ٻوٽي مالهہ،
پاٽي نپسر مان اڙهو،
آوانڊو پگو ڪالهہ

تو لئہ منهنجا انگ
لرزن، ڪچن ڪينڪي،
هوا ۾ ڪٽڪ جا سنگ.

رهڙ، وهي ٿو رت،
آئي ڦير متي مونکي،
ساٿو سنڌن ست.

راهه تنهنجي ڪٽان ٿي ڦٽي،
ڪيترو ڳهندو ٿو رهي انسان.
ڪيئن چوان منزل ڪٽي ٿي ڪٽي.

ايڏي اونچي دانهن،
وڻ وڏي ٿاري ڪري،
جڻ ته ڪپي ڪا ٻانهن.

چٽن سرنهن جو ساڳ،
واهه منهنجي ٻا ڀڙي،
ڪيڏو تنهنجو ڀاڳ

ڊٻن مچي ڪي ٻارڙا،
پريان نينگرين قطار آ،
متي پليءَ ڪارڙا.

سيارو ڪيڏو سيءُ
سياندو نڪري ئي نہ تو،
پرين! ا وڏو تيءُ.

لُري پئي لڳي،
اوڙڪون مينهن بہ وسي،
جيءُ توريءَ نہ تڳي.

چهرو چنڊ چانڊاڻ،
نڪري تنهنجي جسم مان،
ڪيڏي پئي سرهاڻ.

من جي توڏي تاڻ.
موهيو تنهنجي ماڻي پرين،
چاهي رهي تو ساڻ.

پڇ نہ اسان جو حال،
سنڌ وسڪي واري اڏامي،
بڪيا ماڻهو سپ مال.

ڏينهن ڪيڏي ڏک،
لڳئي مان انسان جي،
ڪانڌ لهي ڪا لڱ.

راڳي! راڻو ڳاءِ،
ماڻا مومل جي ڪيا،
سانڍن منجھ سماءِ.

سسئي تي سٽاءِ
هاڙهي ڪيڏا ڏاڪڙا،
من سان بين وڄاءِ.

مارئيءَ من ارهو،
پون مينهن ملير تي،
ڏسي ملڪ سرهو.

صورت ڪيڏا سانگ،
بيجل ٻولي هيڪڙي،
آئي اڌسر ٻانگ

پاڻي پوڙان پوڙ،
ڍني ڪانڌ ڳُنن سهڻي،
گهـڙي پهتي توڙ.

ليلان پئي ليلائي،
راڻو رڻو راڄ ڏٺي،
ڪا آهي جا سمجهائي.

موڪيءَ وڏي مونجهہ،
متارا موتي شال اچن،
آئي دير سمونجهہ.

پسيس جيئن سـمـڪ،
روئي واجهائي وانڙيون،
اُڳهي، هاريل لُڙڪ.

ولهي ڪنهن واڳي،
کهڙي ڏِڪَ ڏئي پئي،
ڪير چوندو ساڳي.

ڪيئن چوان ڪيڏانهن،
نظر جنهن پاسي وجي،
سامهون پرين تيڏانهن.

ننڊ منجهان جاڳي،
سمجهيم آيل آن پرين!
آئي خوشبوءِ ساڳي.

ايئن نہ ڪجل پاءِ،
اک تنهنجي ايئن ڪهي،
سوچي سرخي لاءِ.

ڪانگ لنوين صبح ساڻ،
اک کلي، مون پيا نئيو،
اڄ ايندا پرين پاڻ.

ڳيري جي ڳٽڪار،
ڏينهن تتل چپ چپات،
آئي تنهنجي سار.

ڪنهن پهر جي پار تي
ڳالهيون ڪري ٿاريون هنيون،
من مندا ٿئي پار تي

ڪيڏو ڏينهن ٿتو،
ڪانوجي نڪري پئي اک
چپ پاهر سهڪي ڪٿو

هٺ هٺ هي انسان،
پيٽ جي خاطر پيو ڳهي،
ڳاله ڳاله تي حيران

ڪين وسي تو مينهن،
ڌرتي ٿامي ڏک، ڏئي ٿي،
آه تتل ڪيئن ڏينهن

پکيءَ ناهي پر،
سنڌو سڪي سال ٿيا،
ڪارو ٿي ويو جر

پيو جوڙ نہ پائيندس،
توساڻ پرين مان، پڪ توڙ نبا هيندس.

رهہ رات تہ رانئيان،
ڳالهيون ڪري توسان، سيني ساڻ لڳا ئيان

توکان نہ پڳو پيارا،
مان پاڻ ئي آيس، واعدو پڳو تو پيارا!

ڪي ڏينهن تيا ملندي،
ڪامي وئي دلڙي، ڏينهن تيا سڪندي.

رهہ رات پرين هتڙي،
توکي نہ وڃڻ ڏيندس، ٻانهن ۾ چڏيان ۽ جڪڙي.

سک چين نہ آتو بن،
ساري تي دلڙي رڙي، دن رين نہ آتو بن.

تون آءُ اچيَ پرچاءِ
جهل ڪين ڏين اکيون، تون پاڻ اچي پرياءِ.

ڪو وقت هيو تو سا ن،
ڳل لڳي ڳرهيم، سو، سور سليم تو سان .

اچ پار ڪٽي تون هاڻ،
سڪندي ساڻ تيا، شال جواڻي ماڻ.

- سڀ سور سنيارون
- من اڪنيد
- توسان منهنجو ناتو ساڃن
- مون لکيو نا هي اجان

# سک سور سنيارون

آءُ اوهان جي سار اسانجو، آهه سڪايو ساهہ،
ڪيئي آهن ويڙهي منهنجي دل جو توسان چاهہ.

آءُ سڪايل ساري تو کي، نيڻين وهايان نير،
پانيان ساجن ياد اوهان جي دل ۾ پنهنجي تير.

سيارو آيو سيءَ سنيارون، آ من متو مانڊا ڻ،
خالي پنهنجو پاسو ڏسندي، جهريو پنهنجو پاڻ.

هيل نہ پارو پارو نا هي، چڻ چڙهي ويو سوداءُ،
راندين روندين وسري ويڙيون، مونسان تيو انياءُ.

سيارو گذ ريو پن ڇٽي ويا، موريا سپ بادام،
گونج قتا قت قاتي پيا، سک ساري ويا آرام.

سج تپي ٿو تاءُ ڪري، تنهنجي توءَ نس تپائي ٿي ڪيڏو
ٿسو مسن ڪانسيو ٿئسي، هسر وا ئسي دل ورنسائي ٿسي

راتِ بهاري اپ سبساڻو، تسارا تسر وءِر چنچسل چنسب،
راهه تڪبندي تنهنجي ساجنِ، گڙبو ذهن ۾ گهنسب،

جاڻ تتا سب ڏينهن پيارا، ٿو سانوڻ مستوءَن مست اچي
جيءُ جهڙي رم جسهم برسي، هانءُ هڃي جي مور نچي

پن چڻ جي آ متد وري؛ چڻ وربو وچوڙي واءُ،
ساري تنهنجون سارون سياڄن، ساهه چڙهيو سوداءُ.

# من اُڪنڊ

ٻرجن گرجن ڪڪر ڪارا،
چم چم برڪا من تڙپائي.
ياد پون سي گهاريل گهڙيون،
ساجن آيا سونهن سمائي

روح ويو سِر راٽل ريجهي،
ٻول ٻرن پيا هر هڪ پل ۾.
من آ ڪانڊو ڪين مڙي ٿو،
ڪيئن پلپان مان ناهي جهل ۾.

چڻ چڻ جيئن چنون وهن،
ڳل تان ڳوڙهن جون لارون.
سيءُ سياڻو لون ۽ ڪانداري،
تيئن ٻڌن سي ساجن سارون.

ڪالهه ڪنياتي ٻولي جهوريو،
جيءُ مستو هو اڳ ئي ماندو.
ڪيڏي من کي يار اُڪنڊ آ،
ويتر نيا پو ڪنياتي آندو.

روح رڙيو يا بادل گرجيا،
ڦڙ ڦڙ برکا اکڙيون آنيون،
ويل اُهائي اِجهو تہ اُجهاٽي،
ساهہ پيو يس پائي جهاتيون.

ائين آس نراس ۾ بدلي آهي،
جئين رات وهاٽي باک ڦٽي آ،
چو تون نہ آئين منهنجي ويڙهي،
کيئن ساجن ساري آس کٽي آ.

# نظم

تو سان منهنجو ناتو ساجن، تو سان منهنجو نينهن،
تو بن ٻانيان سال سمورا، جيڪو گذري مون ڏينهن.

ڪيئن چوان مان تو بن ٿاهي، منهنجو دم قدم،
تو لئه ساهه ٻيڏائي سرتا، تو کي ساري ماهه ۾ چم.

ڳا لهيون تنهنجون ڳايان ويٺي، ويڙهي ويڙهي واڪ،
تنهنجي سونهن سوا ا و ساجن، ڪنهنجي ٿاهي هاڪ.

راهون روز نهاريان روئي، نيڻ ٿڪا ڳل ڳاڙها ٿيا،
هيل نه آئين سهمون سهندي، ڪيئي سيارا هاڙها ويا.

ٻول ٻُرن ٿا ڪن لنون ٿا، هر هرڪرڪ پري اُتان پئي،
جهاتيون پايان در ڪولي، ڳوليان توکي آءٌ ڪٿان پئي.

تنهنجي وات نهاري ساجن، نيڻ ٿڪا ننڊ غائب ٿي،
تنهنجي اچڻ لئه ٻاڏايم، آڻ خدا توبهه تائب ٿي.

منهنجي من ۾ مانڌ متي، تو جو ڦيرو مون ڪان منهن،
ڪيئن لڳي ڪم ڪار ۾ دل، مون کي تنهنجو سنهن.

# نظم

مون لکيو نه آهي احسان،
جو لکڻ چاهيم پئي
گيت وڻو گونججار جي،
ڳالهه جو ڳايم پئي

هي غزل جا بند آهن،
يا پيون گهنگهرن اکيون،
تنهنجو چهرو آ چٽو
جنهن لئه سڳو سورن پيون

ڪيئن چوان تا ڪيئن جهڙن،
بيت وائيون گيت هي
تا جڙي جن مان تڙن،
منهنجا متڙا ميت هي

رات جو ڪيئي رهاٽيون،
ايئين ننڊ ۾ ٿينديون رهيون.
ڪين هڪڙيون ٿي ڪٿيون،
ور ور پيون اينديون رهيون.

جيئن ڪلي ٿي اک جڏهن،
تيئن وڏي ٿي تات سا،
پئي ڦري ياد سائيَ هن ۾،
ٿي بات پئي منجهه رات جا.

ڪو ٻه نه آڇي، ڪو ٻه نه آڇي،
مون کي پنهنجا ٻسونا پَل.
آئون نه هاريان نيڻ مان،
جيڪر سرتي ارتا ايڏا جل.

ڪنهن نه آڇيا، ڪنهن نه آڇيا،
مون کي پنهنجا سونا ڳل،
هرڪيو موهي مانءُ هٽيلوِ،
تنهن تي سرتي کهڙي جهلَ.

ڪنهن نه ونڊيو، ڪنهن نه ونڊيو،
مون سان پنهنجو پيار سکي،
سانجهيءَ کان ٿو ساهه هي ساري
،مون کوئي ته هيو پيار سکي،

ڪنهن ته ڏني آ، ڪنهن ته ڏني آ،
ڏوران ئي مون نيند سکي،
ڪو وقت ٿيو آ کن پسوي ٿي،
ٻاجهارل جي سيند سبکي،

ڪنهن نه پليو، ها ڪنهن نه پليو،
نيٺ ته اڙيو هي ڪين مڙيو،
هاڻ رهي ٿو هن لاءِ ماندو،
جنهن سان منهن جو جيءُ جڙيو،

آئون ڳهيلي ڳالهيون ڳرهي،
هرڪائي ويو منهنجو من،
جان جلي ٿي ساهه سڙي ٿو،
پيو ٻنيت، ٻنيت ٻاسي تن،

ڪيئن ڪريان ڪنهن در دانهيان،
داد نه ڪو فرياد ٻڌي ٿو،
ڪيئن ڪريان جو ريجهي راڻل،
سرتيون ڪجهه ٻي ڪين سڄهي ٿو،

- شهر ڪراچي
- يار مونکي ياد ڪندا
- منداتئي سار
- سوچن جي سگهہ
- نظم
- اعتماد
- زندگيءَ خاطر
- سجايو وقت
- وقت نہ وڃاءِ
- تون جياپو منهنجو
- ڪو تہ دروازو ڪلي
- ويچا
- ڪراچيءَ جي اداس شام
- خالي ذهن
- وقت جو وراڪو
- نظم
- اٿاث
- نئون سال
- نظم
- خواهشون
- مري تين نہ مات
- حال جو اونو
- نئين تاريخ لکو
- مان موٽي ايندس
- سپنڌ
- آس
- اجهل اکيون
- وصيت
- مون ۾ تون
- حڪايت
- نظم
- ماڻ او سرتي!
- عظمت
- ايلاز
- نظم
- اٽل اصول
- نئون پڌر نامو
- امن خاطر
- ڪنهن در داهيون
- آزادي
- سڌ
- زندگيءَ جو هڪڙو پل
- تنهن جي تصوير
- مرڻ چمڻ
- نفرتن جي موسم
- چم ۽ موت
- بي وسائپ
- طارق اشرف جي نانءُ
- اي امان!

# نظم

هن شهر جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي،
هي شهر تہ روشنين جو شهر آ،
هي شهر تہ ماڻهن جو بحر آ،
هي شهر اميرن لاءِ بہ آ،
هي شهر غريبن لاءِ بہ آ،
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي،
هت ڏونهون ساهہ ٻوساٽي ٿو،
۽ ماڻهن سر گهوماٽي ٿو،
هت جلادن ڪي ڇيڪ ڇڏي،
۽ ساڏن جا سڀ ساهہ گهٽي،
ويو عدل هتان بس يار لڏي.
هن شهر جو ڪاڏو پيٽو سڀ،
هن شهر تي قبضو ڏارين جو،
سڀ ڏيهي اوپرا ٿا ڀاسن،
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي.
هت ڳاڏيون ماڻهن ڪان وڌ آهن،
۽ رستا روڊ بہ سوڙها ٿي ويا،
هت ميڊيا موجن ۾ آهي،
۽ ماڻهون ڪيڏا گهوڙا ٿي ويا،
هت ٻارن مکڙا مرجهايل
۽ جوان تہ پوڙها ٿا ڀاسن،
هت ماڻهون سستو ٿيندو ويو،
۽ روز مرهہ جي جياپي لئہ،
هر شيءِ مهانگي ٿيندي وئي،
ڪي ماڻهون موجون ماڻن ٿا،

۽ ڪنهن کي به نه ليکي آڻن ٿا ،
کي ماڻهون سوچي سوچن ٿا ،
ڪيئن پوري گهر جي يار ڪندا ،
هت گهرجون وڌندي وڃ ٿي ويون ،
۽ ڪيئي سوچون جهڙ ٿي ويون ،
هن شهر جي کهڙي ڳالهه ڪجي.
هت جسم جا سودا يار ٿين ،
۽ شهر ۾ شودا ڇيڪ گهمن ،
هت مُسرڪون ملهه مهانگيون آهن ،
۽ سِسڪيون سڏڪا روز ٻڇهن ،
هت ڪن ٻڌن ۽ اکيون به ڏسن ،
پر ماڻهون ڪين ڪڇن ٿا چپ رهن ،
هت هر ڪو پنهنجي ۾ پورو آهي ،
پر هر ڪو پوءِ به اڌورو آهي.
هن شهر جا جيڪي حاڪم آهن ،
ماڻهن جا سڀ قاتل آهن ،
۽ سڀ مونجهارن ۾ قاتل آهن.
جيڪو جنڊ پيڏائڻ چاهي ،
تو جيون ڳاهه به سوئي ڳاهي ،
هت ڪنهن لاءِ ڪجهه نه چئي سگهجي.
هت ڪيئي ذهن پيي آهن ،
جي ٿاهه ٺڳيءَ جا وينا ٺاهن ،
هڪڙا لاهن پيا ٽا چاڙهن.
هت هر ڪو سير سوا آهي ،
۽ پاڻ کي گهٽ نا ڪوئي پائئين.
هن شهر جي کهڙي ڳالهه ڪجي.

# يار مونکي ياد ڪندا

مونکان پوءِ منهنجا يار،
مونکي ياد ضرور ڪندا.
ڪوئي ڪرو شخص سڏيندو،
ڪوئي ڪوٺو ڪاٺو،
سياست ۾ اندو ڪاٺو،
يا ڪو ديوتيءَ جو گهاٽو،
يا ڪو ساهه سيباٽو ماٺو،
مونکي کهڙا لقب ڏئي،
سڀ پنهنجي ليکي،
مونکي منهنجا يارڙا،
ڪن سارن کي ساري،
ايئين ياد ڪندا.
يا جڏ يار مڙي گڏ ويهي،
ڪنهن صنف جو ويهي چيد ڪندا،
يا ڪنهن تازي نظم رچيل تي،
ڪوئي وهه واهه يار ڪندو،
۽ ان جي خيالن جي گهرائيءَ ۾،
سڀ راز رکيل کولي ڦولهي،

۽ ڪي تعريفن جملا ڳالها ئي،
هيڪي هيڪي ساهه پٽيندو،
تہ هر ڪو مونکي ياد ڪندو.
پل مان ڪورو ڇٽ سهي،
اڄ جي يارن آڏو آهيان
يا ڪن يارن جي خاطر،
آءُ نسورو پٽ سهي،
ٿو هرڪو پنهنجي سمجهہ پڏا ئي
ڪوئي ڪنهنکي ڪيڏو چاهي،
مون پيي ڪن کي چاهيو هوندو،
سينو نہ ڪنهن سان ساهيو هوندو،
پاڇو ڪن لئہ سايو هوندس،
ڪيڏي آ خوشفهمي مونکي،
هر ڪنهن لاءِ اڪيرا ندر ۾،
مان ٿو پانيان يار بہ مونکي،
مونْ هوندي يا مونکان پوءِ،
من مندر ۾ هيڪل هوندي،
يا ڪڏ ميڙن ميلن ۾،
مونکي ياد ضرور ڪندا.

# منداائتي سار

آءُ تو لاءِ ڪيترو روئان رڙان،
واجھون وجھان واجھائيان،
تون ويو آن عيد جو چڙ چنڊ ٿي،
آءُ هيڪر اي پرين ڏرتيءَ جو سوڳنڊ ٿي،
ڪين ٿي گذري سوا تنهنجي رات،
۽ وري جيءُ جلائي پئي برسات،
تون هجين جيڪر هتي،
آءُ توکي ايئن ٻکي،
قرب وھ واھ جا وندي،
رات کي گھاري چڏيان،
تو مٿان، جان ٻي واري چڏيان،
ساھ منهنجو پل کٽي هڪڙو هجي،
تو سوا ان ساھ کي ڪاڏي ڪجي.

# سوچن جي سگهه

اي منهنجا دوست،
اڃان نہ منزل اوڏي تي،
اڃان تہ پنڌ پيي ڪٿو ناهي،
اڃان تہ مان پيي ٿڪو ناهين
اڃان تہ منهنجي نس نس ۾،
گرم گرم رت جو وهڪرو،
جسم جي ڳڳاٽيل عضون اندر،
برفن هيٺان وهندڙ رت جيان،
آهي روان دوان
اي منهنجا دوست!
اڃان تہ ذهن پيي منهنجو،
سوچن جي ساگر جي ڇولين جي ڏولين ۾،
هر روز ٿو جُهولي جُهلي،
هر روز سوچون ٿيون سِرجن نيون،
هير جي هر جهوٽي سان گڏ،
ٿيون وڃن وکري پري پري توڙي،
۽ ڪري معطر فضا ساري،
سما ئجي ساهہ سان سيني اندر دل ۾،

سُتل سارن ا منگن کي اتارن ٽيون،
مئل ڪيئي دلين کي جيارن ٽيون،
اجان تائين اهي سوچون،
سلهاڙيل يار آ هن سپ سچائين سان،
ڪچاين سان نہ ناتو تن لڳايو آ،
اي منهنجا دوست!
انهن سوچن سجاين جي،
سهاري مان بہ جيئرو هان،
۽ سوچون ٿيون وجن جيڏانهن،
انهن جي ڪڏ پيرن تي،
رکي مان پير پنهنجا پيي،
اجان پنڌ ۾ پيو آهيان،
۽ توکي ٿو ڏيان پڪ مان،
اجان مان پيي ٿڪو ناهيان،

(موهن ڪلپنا جي ڪهاڻيءَ جو عنوان)

# نظم

سرنهن جي ڦولار جو آهي هڳاءُ ،
آهه راڻي بود ۾ ماڪيءَ سندي ،
مست ا ٿ ٽا ڪيترا ڦرندا وتن ،
ولهه واڻن تي وسي ٿي رات ڏينهن ،
هيل پارو تہ پارو نہ آ ،
ويران سڀ رستا بڻيا ،
۽ پري تائين نہ آڪو واٽهڙو ،
هو ڇنن مان لاٿ دونهين جي ڏسو ،
ڪي ڏڪايل ڏيل ڏہرا مڇ مٽي ،
هٿ سيڪڻ لاءِ آهن گڏ ٿيا.
سيءَ ۾ ماڻهو ڳڳاٽيا ٽا وتن ،
سج ايرڻ ساڻ پارو آ لٿو ،
سيءَ کان هر ڪوئي لڪند و ٿو وتي ،
ڪيترا ئي مڻ ڪٺي گرميءَ سندا ،
ماڻهو وتي ڪلندو ۽ ٽلندو ا س ۾ ،
پر سوا تولو بہ سرديءَ سندو ،
ڪو ڪٺي سگهندو نہ آ ،
ڇو تہ هن جي جسم ۾ ،
وهڪرو رت جو بہ گرميءَ پد ڪان ،
هيٺ ڪرندي ئي ڏڪائي ٿو بدن ،
ڏند ڪڙڪڻ ڪان سوا بيهن نہ ٽا ،
ڪوسڙو ڪو چانهہ چسڪو ،
جيئن وڃي ٿو پيٽ ۾ ،
ساهہ تان ٿي مونجهہ هيڪر لهي ،
۽ اچي ساچاهہ ساري جسم ۾.

# اعتماد

مونکي آهي پڪ پرين!
جي هيکر مونکان وسري وئين،
منهنجي ذهن ۾ لفظن جو ذخيرو،
هڪ جهٽکي ساڻ ويندو ختم ٿي.
چوڌ طرف خاموشي ڇانئجي ويندي،
اوندهه انڌوکار ۾،
هر شيءِ نظرن کان اوجهل ٿي ويندي،
۽ مونکي آهي پڪ پرين!
مان پنهنجو پاڻ کان،
ازل کان ابد تائين ڀلجي ويندس.
مونکي آهي پڪ پرين!
ته تنهنجو نانءُ ئي آهي،
جو منهنجي ساهه جي نازڪ سڳي کي،
مظبوط کان مظبوط ڪيو بيٺو آ.
۽ مونکي آهي پڪ پرين!
ته مونکان تنهنجو نانءُ جي وسري ويو،
ته دنيا جي هر شيءِ ياد نه رهندي مونکي،
ڏينهن نه ٿيندو ڪڏهن،
هي چنڊ ۽ تارا سيئي،
ڪائنات جي منظر تان،
مون لاءِ سڀ غائب ٿي ويندا.
باقي ڪجهه به نه رهندو،
سڀ ڪجهه تنهنجي نانءَ سان،
مون لاءِ آهه سلهاڙيل سائين.

# زندگيءَ خاطر

سج جي چوڏار ڦيرا چنڊ جا،
ٿي رات ڪُٽي ۽ ڏينهن ڦُٽي،
۽ زندگي روشن رهي،
اڄ ا جهائڻ ڪارڻ اچو،
ٿو پڪ پاڻيءَ ڏي وڃي،
جنڊ ڏانهن ايندي اناج،
ٿو اٿو ٻٽجي پوي،
۽ ٻڪ ٻجهائي ٿو ٻڪيو.
پر وقت ڪڏهين،
يار اهڙو پيو اچي ٿو،
جو سج ڦري ٿو چنڊ ڪي،
۽ تاڙ ۾ پاڻي رهي ماٺهوءَ سندو،
جنڊ واجهائي ڪڏ هن،
ڪٽ مٺلي داٽو وڃي.
وقت وقت جي ڳالهه آ
۽ ضرورت هر ڪنهين ڪي ٿي نچائي،
ٿي رچائي راند اهڙي،
هار جنهن ۾ ناهه ڪنهنجي،
جيت جي پڪ ناهه ڪنهنڪي،
بس سيئي اڪيون ٻڏل ڪنهن ڏاند جيان،
نار م ڦرندا رهن ٿا،
زندگيءَ جي نانءَ خاطر،
سج جي چوڏار ڦيرا چنڊ جا.

# سجايو وقت

هن چپر جي چانءَ ۾،
ڪي گهڙيون ساهي ته پٽ،
ڏس ته ڪيڏو ڏينهن آهي تتل،
هن چپر جي چانءَ ۾.
جو به آ ميڙو متل،
تنهن ۾ تُنهنجي سڪ سندو،
جي مُداوا ٿي پوي،
تنهنجي قسمت ۾ اچي ڦيرو وڃي،
تهنجي من ۾ اڏيل،
جي ڏکن ديرو پيچي،
سڪ سندو جهو تو ڇهي تنهنجو بدن،
پڪ چا ڄ تو نه ڪاريو وقت آ.

# تون جياپو منهنجو

تون آهين
هتي ڪٿي آهين،
توکي منهنجون هي خاڪي اکيون،
جيڪڏهن ڏسڻ کان قاصر آهن،
پوءِ بہ تون آهين،
هتي ڪٿي آهين،
جيستائين منهنجي خيالن جو پرواز آ.
منهنجي ذهن جي هر پردي تي اُڪريل،
تنهنجو ئي تہ نقش آهي.
منهنجي روح جي هر پور ۾،
تنهنجي تصوير سجايل آهي،
منهنجي هر تصور ۾،
تو کان سوا ڪجھ بہ نہ آ.
تون آهين،
هتي ڪٿي آهين،
جڻ تہ ڇتي ڪِٿي آهين.
منهنجي هر ساهہ ۾،
تنهنجي ساهن جي سڳنڌ آهي سمايل،
تون تہ هڪڙو بہ پل،
مونکان ڪڏهن ڌار ئي ناهين،

توکي ياد ڪيان ڪيئن ڪيان ؟
مون توکي ڪڏهن وساريو ئي نهي.
منهنجو هر دم،
تو سوا بي دم ٿي ٿو وڃي،
تون آ هين،
تہ منهنجي حياتي بہ آهي،
جنهن ڏينهن تنهنجو تصور،
منهنجي ذهن تان ميساربو،
اهو ڏيهن منهنجي،
زندگيءَ جو آخري ڏينهن هوندو.

# ڪو ته دروازو کلي

ڏينهن آ گذري ئي نه ٿو،
ڏک اهڙو آهه جو وسري ئي نه ٿو،
سور سيني ۾ ڏئي ٿو ست جڏهن،
ساهه ئي گهٽجي وڃي ٿو،
چپ چرڻ جي لاءِ آتا تا رهن،
لفظ آهن جي مڙي هڪ جاءِ تي،
جڻ ته جلسي گاهه ۾ ويا واڙجي،
ڪو به دروازو کلي ئي ڪونه ٿو،
جو ڪجي اظهار پنهنجي خيال جو،
ڪجهه چئي ٿئي بوجهه هلڪو،
سي نعرا گونججي،
ذهن جي پردن سان ٽڪرائجي
ويتر ڏکوئيندا رهن ٿا.
جڻ ته قيدي بند ٿيل،
احتجاجي طور تي ڪجهه بي ڪچڻ ڪان،
نابري واري چڪا آهن سيئي.

# ويچا

ڪالهہ وڏو شمشان ٻريو هو،
جنهن جي ٻيٽا جي خاطر،
ڪوئي مسلمان سڙيو هو.

اِنَ ڪاڻ ٻهرين جڏهين،
ڪوئي ٻارڻ ٻرندو هو،
تنهنکي ڪافر مومن جو جهيڙو ڪوئي،
مسجد مندر سڙندا ها،
ماڻهن جا ارمان ٻريا ٿي،
ڪافر ڪي مسلمان سڙيا ٿي،
هڪ ٻاڙي ۾ رهندي ٻي،
هڪٻئي جا ٻائر ٿي نہ سگهيا ها،

ڪنهن تہ ڪسني تي گئو متا،
ڪنهن تي سوئر مسجد واڙيا،
ڏوهي بي ڏوهي ٻٽيا ها،
۽ بي ڏوهي گنهنگار ٿيا ها،
ڪيئي ڪستا ها جليانوالا ۾،

پورب پڇم ريٽو ٽيو هو،
۽ اتر ڏکڻ کين بچيو هو،
آخر هندوستان ٽٽو هو.

گهر مان ٽي جي ڏار پيا سين،
سک نہ کو آرام ڏٺو سين،
چاليهن سالن گذرڻ کان پوءِ پڻ،
ڪين سکيا سين ماضيءَ مان،
ماضي ويٺو ٿو ٻولائي،
ڪن نہ ٿو ڪو تنهن تي لائي،
ماڻهون مارڻ راند آ جن کا،
مذهب جي ويڙهاند آ جن کا،
اڄ پڻ ماڻهون پياسا آهن،
هڪ ٻئي تي ويٺا دانهن،
ڪهڙا آهن ڪهڙا ناهن،
ڪنهنجي من ۾ ڇا ڇا آهي،
ڪل نہ ڪائي ڪنهنکي آهي.

# ڪراچيءَ جي اداس شام

ڪالهه ناظم آباد ۾،
ڪنهنڪي مون ڳوليو پئي،
گهر انهيءَ جي در مٿي،
لڙڪي لــڏي پيو ڪفل،
۽ سڄو پاڙو لڳو پئي پينگ مونکي،
ڪوئي هــل ناهي هتي،
ڪنهن ٻار جو آواز ناهه،
اڳ هتي ڪي ٻارڙا،
راند ڪيڏي نند ڦٽائيندا هئا،
ڪنهن به در جي اڳيان،
ڪو نه مون ويٺل ڏٺو،
۽ نه ڪو پرڙاٽ ڪنهن رڪشا ڪيو،
هونءَ ڪنن تي تاڙيون،
ويندي يون چڙهي هيون شور ۾،
دور تائين سڄي ساري گهٽي،
پڙ پانگ پئي پاسي رڳو،
هونءَ هتي ڪي جوان ٻيڙيون،
ويهي رهاٽيون هيون ڪنديون
اوچتو ئي اوچتو،
ششڪار منهنجي ڪن پئي،

۽ ڪڇيون منهنجون اکيون،
شڪار جو تعاقب ڪنديون،
مون ڏٺو ڪوئي پديو،
ڪنهن دريءَ مان منهن ڪڍيو،
جي اشارا پيو ڪري،
تنهن جو مقصد جي هيو:
"پير پٺتي موڙ پنهنجا،
تون قدم اڳتي نه کڻ،
ڪا ڇتل ڇڙواڳ ڳولي،
جا نه سمجهي ڪا به ٻولي،
جسم تنهنجي ۾ وڃي پيوست ٿي".
مان گهڙي پل بي خبر،
بس رڳو در گهر جو تڪي،
بي سوچ ۽ خالي اکين سان،
جھوھ لذتن ڪفل ۾ وجهي،
واپس ورڻ لاءِ پٺتي ٿو مڙان،
راهه ايندي ذهن منهنجو،
جو نه سوچڻ ٿو گهري،
سوچ سوچڻ سان سلهاڙي ٿي اچي،
ته موت جو راڪاس راهه تي نچي،
ڪو نه هڪڙو فيصلو،
مونکان نه ٿو پر ٿي سگهي،
هر گهڙيءَ معصوم مکڙا،

ڏهن جي پردي مٿان،
تا اڄ ميڙ ڪيو،
۽ وڃڻ ميسار ٿيا.
رت رتل ڇهرا ڪئي،
ڪي ڪچيل لاشا ڳلهن تي،
رت ڳاڙيندڙ جوان،
ڪيهون ڪوڪون ڪنهن سڻديون،
ڪن جي پردن کي ڦاڙينديون وڃڻ،
هر ڪو آهي پڇ پڇان ۾،
ڪو به ڪنهن لاءِ ڪين ٿو پل پي رهي،
ڇو ته ڪنهن وٽ وقت ناهي،
هر ڪو پيو ڊوڙي ڏڪي،
ڪو وڃي ڪيڏانهن ٿو،
ڪا خبر ڪنهن کي نه آ،
ڇو ته آ راڪاس ڪوئي،
جو اڄ ماڻهن پٺيان ڪاهي پيو،
ڪيترا ٿا ڪرن ڪيئي مرن،
راڪاس راڙو جنهن پي پڌو،
ساهه تنهن جو ڇڻ سڪو،
ايئن اڄ ڦيري وئي مٺنجي مٿي،
اونده آڏي ۽ هوش ويو مونکي ڇڏي؛
پٺ تي ڦهڪو ڪري مان پي ڪريس؛
پوءِ جي ڪا ڪل مونکي ڪا نه آ.

# خالي ذهن

اڄ نوٽ بوڪ ،
مون ڏانهن نهاري ٿو پڇي ،
"ڇا هي اڄ ڇا ٿو لکين ؟"
مان بہ حيرت مان ڏسي ،
هن کي چوان ٿو:
"لفظ منهنجو ساٿڙو،
ڏس ، ڪيئن ڇڏيندا ٿا وڃن ،
جيئن وڳر ڪان ڪونج ڪا وڇڙي وئي ،
۽ موت جهاپـوءَ جهپ جيئن ،
جنهنڪي جهپي پنهنجي چنبن سان".
ٿو ڏسان خالي پنا ،
ائين نيڻ منهنجا اڄ پنا ..
ذهن ڇڻ خالي ٿيو آ ،
ڪو نہ ٿو ڪو لفظ اُڪري ،
۽ نہ ٿو ڪو خيال اُپري ،
بس قلم هٿ ۾ جهليل ،
خشڪ ٿيندو ٿو وڃي ،
نوٽ بوڪ مونڏي نهاري ٿو اچان
مان نہ ٿو هن جي مڃان.

# وقت جو وراڪو

راتين جون رهاڻيون،
رستن تي دير دير تائين رلڻ،
پيله سواريءَ تي ويهڻ،
شادي گهرن ۾ رات لڙئي تائين،
پليٽن جي ڪڙڪڻ جا آواز،
وري پيهر جاڳي پيا آهن،
هي شهر ڪراچي، جنهن ۾ ڪڏهن،
راتين جو گهر کان ٻاهر نڪرڻ،
چڻ ڪو الف ليلا جي قصن جيان لڳندو هيو،
هر ماڻهو پنهنجي پويان ايندڙ کي،
ڪوئي قاتل ئي سمجهندو هيو،
گهرن جي ڪولين ۾ بند هوندي پي،
درن کي تالا لڳل هوندي پي،
گهر جا وڏڙا هر هر،
تالي کي چڪي ڏسندا هئا،
بند هجڻ جي پڪ ڪرڻ خاطر.
هن روشنين جي شهر م،
روشنيون هوندي پي،
ماڻهن جي ذهنن تي اونده جو واسو هيو،
ماڻهن جون ننڊون حرام هيون،

ماڻهو بہ جڻ چمڙا ٿي پيا هئا،
بسترن تي ستل هوندي بہ،
هو هر پاسا بدلائي،
ننڊيا ديويءَ کي سڏي،
صبح جي بانگ کان ٿي پوڻ کان پوءِ،
ننڊ ڏئي اُٿڻ بدران،
گهيرٽ کائڻ لڳندا هئا،
۽ اڌوري اڻپوري ننڊ مان،
اکيون مهٽي هنڌ کي ڇڏي،
ڄڻ ڪنهن لاچارگيءَ مان،
واش روم ۾ ويندا هئا.
پر ماڻهو او دوست!
هن شهر جا ماڻهون نہ ٿيو،
پر عزيز آباد جي گهرن ۾ ماڻهون
پر سڪون ننڊ جا مزا ماڻي،
ڪنهن کي دعائون تا ڏين
۽ ڏين پارا تا ڪنهن کي،
جن سندن پر سڪون زندگيءَ کي
هيئن ڪيو تاراج هو.

# نظم

اڄ ٻه ائين ئي اجنبي،
ڳالهه ھئي جئين اجنبي،
چھرا ڄاڻل سڃاڻل ھوندي بہ،
گھور ھڪڙي مون طرف اڇلي،
نرڙ تي گھنڊ رڳائون ناھي،
نا وڃن منھن موڙ ڪيو،
ڄڻ تہ ڪو ڪوڙھيو ھجان مان،
پل وڻان ڙلندو ۽ رڪندو،
ھڪ گھڙيءَ جي مُرڪان،
ٻي گھڙيءَ جي موڙ تائين،
ڪنھن نہ ڪيڪاريو مونکي،
ھونءَ تہ چھرا سڀ سڃاڻل ٿي لڳا؛
جنھن کي مون ڪيڪار ڪئي،
تنھن ڏسي ڪنگھار ڪئي؛
ڇو، نا ڪھڙي خبر،
ڪنھن بہ مسڪ تي،
مون ڏٺي ڳاڻ ڳائي خوشي
مرڪندڙ مسڪرا ويا ڳاڏي لڏي؛
ڏيھ ڪنھنجي آسري تي ويا ڇڏي،
آھ ويڳاڻي ائين ڌرتي ٻٽي.

# نئون سال

هي در دريون گهر پٽيون،
ساڳيون آهن.
هي گهٽ گهير،
رستا سارا
ماڻهو چيٽهون
وڻ ۽ وانگي
مارو سانگي.
ساڳي چلهہ ۽ ساڳي دانگي،
سڀ ڪجهہ ساڳيا آهن،
هي نند سستل،
اڃان نہ جاڳيا آهن،
پوءِ بہ چوين ٿو:
"سال نئون اڄ آيو آ."
منهنجي خاطر،
سڀ ڪجهہ ساڳيو آهي،
جيئين ڪالهہ هو.
ديس بہ ساڳيو،
ويس بہ ساڳيو،
رات بہ ساڳي
ڏينهن بہ ساڳيو،
منهنجي خاطر.

چا چا آھ نئون؟
تنھنجي سـر تي،
ڪوئي سونو تاج بہ نہ آھي،
تنھنجي مالي حالت،
منھنجي مالي حيثيت کان،
بھتر ٿيڻ بدران،
ويتر بد تر ٿي آھي.
ڪاڏو پيتو،
اٿيو ويٺو،
ڪيڏو مشڪل ٿيو آھي.
پنھنجي اوسي پاسي،
اوڙي پاڙي،
ساڳيا لاٿون،
ساڳيا چـڳھ.
ساڳيون دڪ دڪا ٽل راتيون،
ڏينھن بہ ڏنجھ سان گذرن ٿا،
پوءِ بہ چوين ٿو:
سال نئون اچ آيو آ."
منھنجا ساٿي،
مون لئہ ڪجھ بہ ناھ نئون،
تو لئہ جو ڪجھ آھ نئون،
تنھن لئہ توکي،
آءٌ مبارڪ آچيان ٿو.

## نظم

آءُ پوءُ نرو باغ چو،
واسِ هر گلِ چو وِتانِ،
ءِ جي ڪنهن گل جي مِتانِ،
آءُ موهت تي پوانِ،
چانِ پنهنجي آءُ وارڻ ٻنا،
ڪين تو ڪيبائيانِ
جڏهن ڪوئي گلِ تو چني،
هانءُ تو مٺ ۾ اچي،
انگِ انگ منهنجو ڪنبي،
آهه تي ا يري اچي؛
جا پڙاڏي باغ ساري اندر،
دردِ وارن کي پئي دانهون ڏئي.

# خواهشون

سمنڊ جيڪر سڪي خشڪي ٿئي
يا ان جو پاڻي ٿي پوي ڪم ڪار جو،
ٽم ٽم ٽمڪندڙ تارا سڀئي،
آسمان جي نيري چادر مٿان،
هڪ هڪ ڪري ميڙي سڀئي،
پنهنجي جهوليءَ ۾ ڀري،
محبوب جي پيرن ۾ رکان،
روشني جيڪر هجي اونڌهہ نہ ٿئي،
ڪائي ڪنجهہ ۽ ڪيهہ نہ ڪا ڪن تي پوي،
پيار ڀريا سڀئي سپنا سوين،
ڏسندي ئي ساڀيان ٿي پون،
۽ اڱڻ منهنجي جي پرين هيڪر اچي،
موٽي وڃڻ لاءِ سوچڻ ئي ڇڏي،
۽ رهي مون وٽ پون.
هي سڀئي ممڪن نہ هوندي ئي اسان،
ذهن پنهنجي ۾ ڪئي ڀيرا ائين،
سوچڻ سوا رهندا ئي نہ آهيون.

# حال جو ا ونو

اي منهنجا ازل!

ابد تائين منهنجو پيڇو ڪندڙ،

مونکي منهنجي حال تي ڇڏ،

مونکي ماضي ياد نہ ڏيار،

۽ مستقبل جي ا ون کان،

ڇوٽڪاري جي واٽ بہ ڏس،

جيئن مان بي ا ونو ٿي،

حال سنوارڻ جي خاطر،

پنهنجون سڀ صلاحيتون،

وقف ڪري سگهان.

اي منهنجا ازل!

ابد ڏانهن موٽڻ کان اڳ ۾،

جي منهنجو حال سنورجي ويو،

تہ وڏا طالع منهنجا ٿيندا.

# اڻاٺ

تون تہ نہ ٿو برسين اي بادل!
اڄ منهنجا نين تہ برسي پيا.
سارو سـر تہ سکي ويڙو،
ســکي ويو اڄ اتر لاڙ،
آهہ وچولي منجھہ رهيو ڇا ؟
سکر پل جي هيٺان پاٽي،
شاهہ درياهہ جو تاسارو پيٽ،
ٿي واري ساري ان مان اُڏري،
هر آئي وئي جو آدر پاءُ ڪري،
سوکھڙي آساهہ منجهايو،
ماٺهون ڇا سڀ جهنگلي جيوت،
اپ تڪي ٿو آس لڳائي،
پوءِ نہ ٿو تون برسين بادل،
منهنجا نيڻ تہ ترسي برسي پيا هن

# مري ٿين نہ ماتِ

ساٿيا سارجو،
متان وسارجو،
تہ ڪو پنڌ ۾ هئو،
۽ اڌ ۾ مئو.
يا تني ڏينهن ۾ ٿڪو،
نہ ڪو ڏينهن ئي ٿريو،
نہ ساٿي وريو،
نہ پنڌڙو ڪٽو،
اڃان تہ ڏينهن ۾،
اهو ئي تاءُ آ،
وڏو انياءُ آ،
اڃان تہ ديس ۾،
اهو ئي ڌڪاءُ آ،
ديس جي سور ۾،
موت جي ٻہ ماريا،
سرڙا جنين ها واريا،
اوهان جي ساريا،
تہ پڪ چاڙجو،
تہ آس جا ڏيئا،
اڃهو ڪي ٻريا.

۽ سانتي پي وريا.
۽ جهومندا جوانڙا،
ويڙهه ۾ گهڙيا،
پتنگ جان سڙيا،
ڄُنگن جان وڙهيا،
۽ وڙهندا رهيا،
جوش وڌندا رهيا.
منڌ مسرڪڻ لڳي،
سنڌ جرڪڻ لڳي.

# نئين تاريخ لکو.

لکو لکو شاعرو اي اديبو لکو،
قوم جي تاريخ لکو.
ڪيئن وڏي جُـهد سان،
آندي جمهوريت آ اسان،
ڪيترا ڪونئر کهايا،
ڪيتريون جانيون وڃايون،
ڪيترا جيئرا جاڳندا،
ڳوٺڙا مسمار ٿيا،
ڪيئن ونيون،
بي وريتيون ٻڌيون،
پينرن پائر وڃايا،
ٻار مائٽن کان ڇنا،
ظلم جي ٿي انتها،
ماس ماڻهن جو سڙيو پئي اس ۾،
لاش بي گور و ڪفن،
پنهنجي وارث آس ۾،
ڪو بہ ويجهو ڪونہ ٿي آيو انهن جي،
خوف ائين تاري هيو،
راڪاس جا ڏند هيرڻان،
ڪيئن ٿي جهلجي سگهيا،

هن جي آڏو ڪو بہ آيو،

بہ،ڪ هن جو ٿي ويو،

اي اديبو شاعرو!

تاريخ اڄ اهڙي لکو،

سچ جنهن جي پاڙ ۾،

ساک سچ جي رکو،

هيل تائين ڪوڙ جيڪو آ لکيو،

ڏوڙ ان جي منهن مکيو.

# مان موٽي ايندس

ٿون سڏيندين،
آءُ موٽي يار ايندس.
مان مري هيڪر ويس جي،
۽ ڪرائي غسل مونکي،
پوءِ پهرائي ڪفن،
لاش منهنجي کي کڻي،
ڪانڌي هلن،
۽ ٻڌيءَ لاهي جنازو،
مٽ مٽيءَ منهنجي مٿان،
پل ته ساري سڀ وڃن،
تون ڪڙي ڪو قرب مون تي،
لاش منهنجي جي مٿان؛
يا قبر تي فاتحا ئي پڙهڻ لاءِ،
تو ڪنيا جي هٿ پنهنجا؛
يا وهايئه لڙڪ ڪي،
۽ اندر تنهنجي پڪاريو،
نانءُ منهنجو،
مان رهي سگهندس نه پو،
آهه مونکي پڪ پرين
آءُ موٽي ايندس ضرور.

# نظم

اڄ ٻه ائين ئي اجنبي،
ڪالهه هئي جيئن اجنبي.
چهرا ڄاتل سڃاتل هوندي ٻي،
گهُور هڪڙي مون طرف اُڇلي،
نرڙ تي گهنڊ ريکائين ٿا هڻي،
تا وڃن منهن مپڙ ٽڪيو.
جڻ ته ڪو ڪوڙهيو هجان مان،
پل وتان رُلنو ۽ رمندو،
هڪ گهٽيءَ جي موڙ کان،
ٻي گهٽيءَ جي موڙ تائين؛
ڪنهن نه ڪيڪاريو مونکي،
هونءَ ته چهرا سڀ سڃاتل ٿي لڳا،
جنهن کي مون ڪيڪار ڪئي،
تنهن ڏسي ڪنگهڪار ڪئي،
ڇو رُٺا ڪهڙي سبب،
ڪنهن به مُک تي،
مون ڏٺي ڪانه ڪائي خوشي،
مسرڪندڙ مُسڪرا ويا ڪاڏي لڏي،
ڏيهه ڪنهن جي آسري تي ويا ڇڏي،
آهه ويڳاڻي ائين ڌرتي ٻٽي؛
ڪانه وڙهين ڪان ٻئي ان تي ڪٽي.

# سيند

تنهنجو چمڻ،
هڪ معجزي کان گهٽ تہ نہ آ،
تنهنجو وڌڻ ويجهڻ،
ڦلڻ ڦولڻ،
ڪيئن چوان هڪ ڪرشمو ناهہ،
جنهن ۾ تنهنجي ماءُ جو رت ست،
پيءُ تنهنجي جي جسد،
خانداني اميدون،
سڀ ملي ٿيو آن جوان،
حسن تنهنجو آهہ نکريو،
ڪيئن نہ ڪو توکي ڏسي،
تو ڏانهن ائين چڪجي اچي،
ويتر اوهان جي سوچ جي سرهاڻ آ واسي فضا،
آءُ چا هڪڙو حقير،
تو ڏانهن جي چڪجي پيس،
تو چنبن چائي ڪنيو،
۽ ڏنو تو پيار اهڙو،
تي سچي ساري ا وهان جي مان ويس.

# آس

کير آهين کير آهين؟
چو ککر هيٺان پيو گنگنائين ؟
کنهن کان وڇڙي تون ويو آن ،
ياد کنهنجي تي ستا وئي ،
تنهنجو من کنهنجي لاءِ آهي اکنڊ و ،
کنهنجون سارون تون سنڀاري ،
هيئن هنجون هارين پيو ،
دور راهن ڏي نهارين پيو ،
ڏس ادا راهي مسافرا
کير آهي؟
جو ڇڏي توکي ويو آ ،
هيئن گوندر ۾ گڏي توکي ويو آ ،
هـن کٽي نظرون ڏ ٺو
۽ اک اک سان ملائي ،
کجھ سليو گوندر گڏ ٺي ،
"مان ٿو جنهنکي ڳوليان ،
سو پرين ماٺهو چون ٿا ،
منهنجون هي خاکي اکيون ،
کين تنهنکي ڏسنديون ،
هٿ ڇهي سگهندا نہ تنهنکي ،
۽ نہ کو ٻول هن جا ،
کن هي سگهندا ٻڌي ،
آس ان سان آ ملڻ جي ،
شل پرين پنهنجو پسان ،
پوءِ خاکي منهنجو وجود
پل رهي يا نا رهي".

# اجھل اکيون

مان نہ ٿو روڪي سگھان ھي نيڻ پنھنجا ،
تنھنجي وئي کان پوءِ سرتي ،
تنھنجي يادن جي انبارن مان اٿي ڪا ؛
ياد منھنجي ذھن جي پردي مٿان ،
جڏھن ڪڪر جي ڇانءَ جيان ،
ڏيرو ڏمائي ٿي ڇڏي ،
ڪين ٿو ڪجھ ٻي وڻي ،
بس رڳو ئي نانءُ تنھنجو ،
ھر ھر اچارڻي ٿي زبان ،
وس پنھنجو پاڻ تي ھلندو نہ آ ،
پوءِ ڪري مان ٿا ٿڙي ،
ڪنڌ پاسو ڪو وٺي ،
ڪنڌ پنھنجي کي جھڪائي ٿو ڇڏيان.
۽ نماڻا نيڻ منھنجا ؛
ٿا وسن منھنجي مان وڃن نڪري پرين!
مان نہ ٿو روڪي سگھان ،
نير جون لارون لڙيل ،
۽ ڪچ ڳاري ٿو وھان.

# وصيت

مقبرو مون تي نہ اڏجو،
منهنجي مٽيءَ کان پوءِ عزيزو!
بس رکو ھڪڙو نشان،
منهنجي وڏي کا ناھہ خوا ھش
قبر منهنجي جي مٿان،
ھي ننڍو ڪتبو لکي ڇڏجو تہ بس!
"ھن قبر ۾ جو بہ آھي،
سو "ستر وارو" سدا ٺيڏو ھيو،
زندگي تنهنجي ڏکي ڪھڙي بہ گذ ري،
پر ڪ با قنين ڪا نہ ڪا،
۽ ادب جو ادنا ھو خادم،
۽ ڪندو ھو ڪارا ڪاغذ
شعر ۽ ونڊ سدا لکندو رھيو،
۽ ڪري ويو وقت پورو".
منهنجي مٽيءَ کان پوءِ عزيزو
مقبرو مون تي نہ اڏجو.

# مون ۽ تون

نہ مان جيت آهيان،
نہ ڪا هار پيارا
ڪٿين تون تہ مان ٿو وهسي پوان،
جي هارا ٿين تہ ڏک ۾ ڏري ٿو پوان،
ٿئي جيت تنهنجي،
اها جيت منهنجي تہ آهي،
تون مون کان جدا ٿيو ئي نہ آهين،
مان تو کان سوا،
هڪڙو پل ٻيي پرين
جدا ٿي جيئڻ جو نہ سوچي سگهان ٿو،
تون مون ۾ وسين ٿو،
مان تو ۾ جيئان ٿو،
مان تنهنجي ڪري ئي تہ دم ٿو کڻان،
تنهنجي ئي دم سان ٿو زندهہ رهان،
مون کي جيت جي ڪا ضرورت نہ آ،
نہ ئي هار تي ڪو دکي ٿو ٿيان،
هي سپ ڪجهہ ا وهان جو،
دل، جان، گهر گهاٽ منهنجو ڪٿي آ،
آ سپ ڪجهہ اوهان جي حوالي پرين

# حڪايت

اي ا زل جي پياس منهنجي
زندگيءَ جي رڳ ۾ جهرڻي سندي،
ڪر نہ ڊوڙي تون تلاش
جو تہ ٿو لاءِ ڪو بہ جهرڻو،
ڪائنات ۾ نا هي لڪيل.
ايئن ڪٽي هيءَ آس اُڃ جي،
تون ا بد ڏانهن را هي ٿي وڃين،
پل ڏسي هي خالقِ ڪائنات،
پنهنجي ثبات.
اي ازل جي پياس منهنجي
روز ڪيئي روح رڙندا ٿو ڏسان،
ايئن سڙندا ٿو ڏسان،
سڄ جي ڪيڏي تپش آ تن متان،
ڪا ڪڪر جي ڇانو نا هي،
۽ نہ تن تي مون ڏٺي ڪا بوند برسي،
ڪا گهٽا پي ڪا نہ ترسي،
ڪيترو تن تي پڪاريو،
۽ ا پيون پانهون ڪري،
تي چيو: " اي خالقِ ڪا ئنا ت!

"ڇا اسان لئہ ڪا نجات،
"تو لکي نا هي ڪڏ هن،
"ڇو لکي نا هي ڪڏهن؟"
"ڏس هتي ڇها تي وڄهي،
"ڪيئن نہ آ ڇا تي ڇڳي،
"ڪيئن نہ پئي ترقي هتي هيءَ زندگي،
"ڪيئن ڪري سا بندگي،
"تنهن وڃائي شرمندگي
جا نہ پالهي درد ڪان"!
"تون ٻڌا ئج آسمان!
"آءُ پنهنجي من سندي،
"ڪيئن ٻجها يان پياس مان؛
"جو ازل ڪان آهہ پياسو،
"پيار جي پالوٽ ا ن تي ڪانہ تي،
"ڪو ڇمر ڇل تي پوي؛
"من منهنجو آ ازل ڪان پياسو،
"سو وڃي سيراب ٿي."

# اوهان جي مرضي

إسان کي وساريو ،
نہ ساريو سنڀاريو ،
اسان ڪير آهيون ،
اوهان کي چئون ڪيئن ؟
مگر ميت منهنجا ،
اوهان جي اسان سان هئي پريت ڪڏهين ،
اوهان جي سچي يار جيون سفر ۾ ،
سهانيون ڪي راتيون ،
اسان سان ملاقاتون ،
۽ ڪا ريجهہ راحت ،
رسامن جا چسڪا ،
ڪريا جي ٻہ منهنجي اکين مان هڙ ڳوڙها.
ڏئي ٿهڪ تن کي هو ٺاريو اوهان پي ،
وساريو پلي پر ،
پون ياد جڏهين اوهان کي او پيارا!
اهي ڏينهن سارا ،
نہ سارڻ سوا ڪئن سگهندا رهي ،
هو سانوڻ جي ڏينهن ٺٺن ۾ ،
جڏهن ڪانو جي ٿي اک نڪتي ،
تڏهن جنهن چپر چانءُ ۾ ،
چار پهر ڏينهن جا گهاريا هئا ،
پون ياد اوهان کي پرين ،
نہ وا پس وري نهاري ئي وڃجو ،
اوهان پل نہ اسان کي ساريو سنڀاريو،
اوهان جي آ مرضي او پيارا !

# ماڻا و سرتي

تون مونکي ماڻ ا و سرتي!
جيئن ٿو مان توکي ماڻيان،
پنهنجي تصور ۾ آڻ ا و سرتي!
مون جو ڏيان ڪيو آ توڏي،
تون آن منهنجي اکين ۾ پيئي،
ڪيڏي ڏور ﺑہ هوندي مونکي،
نظرن ڪي تون ا وڏي آهين،
مون لئہ تون ساڳي آهين،
ساپيان آهين،
ڪيئن چوان تون مون وٽ نا هين،
ڳالها ئين ٿي ٿهڪ ڏ ئين ٿي،
منهنجي من ۾ رقص ڪرين ٿي،
پنهنجون اکيون بند ڪري مان،
تو ڪي آءُ ڏسان ويٺو،
پنهنجي خيالن جي پولارن ۾،
مون ڪي آڻي
تون ٻي مونکي ماڻ ا و سرتي!
پنهنجي تصور ۾ آڻ ا و سرتي!

# تخا تب

اي پيارا تاج بلوچ!

درد جي صحرا ۾ پتڪي،

لفظن جو ماتم ڪندي،

ريگزارِ گل جي خوشبوءِ جو زهر،

ساهه سان پنهنجي اندر ۾ اوتي،

ڪيستائين مست الست ٿي،

ايئن رلندو ٿي رهندين؟

برق رفتار ٿي ويو آ وقت اڄ،

انتظارِ آدمي هن ڪي نہ آ،

هو نہ ٿو بيهي ڪنهين لئہ،

ڪيترا آيا ويا ويندا رهيا،

ڪڪَ پن ٿيندا رهيا.

زندگي چوڙِ ۽ ماٽِڻ جو رڳو نالو نہ آ،

زندگي ڪائڻ پيئڻ چالو نہ آ.

زندگي آ جــهد ڪنهن ڳالهہ لئہ،

زندگي ساهن جو اچ وڃ،

روزگار جي گهاٽي ۾ پيڙبو رهڻ،

شهر جي ور وڪڙ رستن ۾ گم ٿي وڃڻ،

ڪنهن حسينۂ ڇوڪريءَ جي،

ڇاتين ۾ منهن کي لڪائي،

زندگيءَ جي ڏوجهرن کان جهٽ پلڪ پاسي رهڻ،

ٿـهڪندو ۽ ڇهڪندو رهڻ نا هي رڳو زندگي.
يا ڪڏهن چاشني ڪنهن جي چپن جي چوسي وٺڻ،
۽ اکين ۾ وجهي اکيون،
ڏينهن ا پرئي ڪان لڙئي تائين،
بنان سوچڻ سمجهڻ جي ا ئين ويٺو رهڻ،
حسن ڪنهنجي جي ڪندي واڪاڻ گذري پل تہ ڏينهن،
۽ وساري ڏک ڏريندڙ زندگي،
۽ ڪري منهن موڙ هر ڪنهن سور ڪان،
بس اشارن ئي اشارن ۾ سلڻ سمجهڻ،
تون خود ٻڌا ئج ڪيتري ٿيندي سقل هيءَ زندگي،
سوچ تہ ڇا هي زندگي؟
زندگي ٿهڪ هڪڙو نا هہ منڙا!
۽ نہ آهي ڇهڪ ڪوئي زندگي،
پر ٿهڪ سان گڏ ڇهڪ يي آ زندگي،
زندگي نا هي رڳو ڪنهنجي گلا،
۽ نہ ڪا تعريف آهي زندگي،
زندگي ماٽڻ بہ گهرجي،
زندگي چاٽڻ بہ گهرجي،
درد جي صحرا مان گذري،
۽ سکن جي سيج ماٽڻ لئہ جتن آ زندگي،
زندگي ڏاڍي مٺي آهي پرين!
پر سوچ ڪجهہ ڪيئن سنواريون زندگي،
۽ سوچ ڪجهہ ڪيئن گذاريون زندگي.

# نرتڪي

نہ اي نرتڪي! توکي خبر آ،
نہ تنهنجي نچڻ سان ئي،
زمانو ٿو جهومي پوي
۽ هر تنهنجي ادا تي،
پنهنجون سوچون وڃائي،
حواس باختہ ٿي وڃي ٿو،
جيستائين تون رقصان رهين ٿي،
نہ کهڙو بہ رنج و غم،
دنيا ۽ عقبا سند و،
ڪڏهن ڏيان ڪنهنجو ڇڪائي سگهي ٿو،
نہ گهر ٻار ڪنهن کي،
نہ ڪا پيٽ پرواهہ،
تنهنجي ادائن جي وچ ۾ اچي ٿي،
تنهنجي پيرن هٿن جي چرپر سوا،
نظر ڪاڏي ڦري ئي نہ ٿي،
لڱن سڀ ٽيون پٽرائيل اکيون،
اي نرتڪي! توکي خبر آ،
نہ غمن ۽ ڏکن کان تون ڏيندڙ نجات،
اڃان ناچ ڪر تون اي ناري نياري
جو زمانو ڏڪايل آ ڏاڍو،

غمن ۽ ڏکن ڏ وجهرن ۾ ،
مسا ئل جي جي ڏيڻ ۾ قاتل هي ماڻهو ،
۽ سوچن جي لوچن ۾ غلطان ،
پيٽ پوڄا ۾ چارئي پهر ،
ڪي لمحا گهڙيون يا جهٽ پلڪ ،
انهن جي ڏيانن کي سوچن مان ڪيڍي ،
دنيا ۾ مافيها کي پلائي چڏين ٿي ،
تہ اي نرتڪي ! توکي خبر آ ،
هنن لاءِ تنهنجي عظمت جو ڪاٿو نہ آ ،
هنن وٽ تون عظمت کي پهچي چڪي آن ،
تہ اي نرتڪي ! توکي خبر آ.
تہ تنهنجي نچڻ سان ئي ،
زمانو ٿو جهومي پوي
۽ هر تنهنجي ادا تي ،
پنهنجون سوچون وڃائي ،
حواس باختہ ٿي وڃي ٿو .

# اياز

آءُ پنائيءَ سان محوِ گفتگو،
ڪجھ ٻڌايان ۽ ٻڌان ٿو ڪيس پي،
هو هلي آيو هتي آهي سچل،
پنڌ ۾ سامي پيو آهي ٻڌان ٿو،
ڪين پنتي هو خليفو پي رهيو.
۽ ٻڌي سڀ دانهن منهنجي،
ٿا ڏسن چهرا پيا،
سنڌ ٿي ڪيترا پهرا ٿيا.
مون ڪيو ٿي عرض تن کي،
ڪالهه هتڙان ٿي اياز،
ويو چڙي سنڌ مان لڏي،
۽ سيد جو عاشقِ سنڌ،
ويو وڃائي وار پنهنجو،
مسئلا ايڏا اُڏا،
حل تن جو ڪاهه ڪو،
ڪي رهن ڏ' تاڙ ۾ پاڻيءَ مٿان،
ڪيترا ڏاريا اچن ٿا روز پيا،
۽ وڃن سنڌ مٿان پيا ڇانئبا.
پيا سنپاريون روز توکي،
اي پنائي موٽ ڪاءُ !
تون ڪڏهن ايندين وري،
جو سموري سنڌ جا،
سور ساري باهه ٻاري،
۽ وڏ و ڪو مچ مچا ئي،
بيت وا ئيءَ ۾ سمورو سچ سما ئي،
ڏيهه ساري کي ٻڌا ئي تون سگهين.

# آزاد پنڇي

اي پکي! پرڏيھ جا ،
تي ويل واهيري سندي ،
۽ انڌيرو ڇانيل آهي ،
گھنگھور گھٽا جو آئي آ هي،
ڪيئن تون ويندين ڪھي ،
ڪا گھڙي ڪا ٿي پلڪ ،
ساھ پٽ ،
ساھ پنھنجا پس، هٿي ،
۽ رهي پئي رات هتڙي ،
پيار ونڊ پالوٽ ڪر ،
آءُ جا ٽان تو سڄڻ ،
نا ھ هت تنهنجو ٺڪاڻو ،
تون پکي پرڏيھ جو ،
نا ھ آکيرو تو سندو هت ،
آڇ ڪر منهنجي قبول ،
جا آھ منهنجي پيار جي ،
۽ رهي پئ را ت هتڙي ،
جيئن ٿئي ڪا روشني ،
۽ ڏيھ تان اوندھ ٽري ،
من تنهنجو ييي ڪري ،

شمشان سارو هي ٺري ،

پوءِ واٽ تنهنجي لاءِ ساڳي

پنڌ سڀ تنهنجا ڪچيل ،

۽ رَند سڀ تنهنجا ڏٺل ،

تون وڃي سگهندين سويرو ،

ڪير روڪي ڪين سگهندءِ ،

تون تہ آن آزاد پنڇي ،

پوءِ مرضي تو سندي ،

تون وڃين توڙي رهين ،

اي پکي ! پرڏيہ جا.

# اٹل اصول

آءٌ سدا رهڻو نہ هان،
هي رند راهون هتي،
گهٽ گهير ڇڏي،
گهر ٻار ۽ دوست يار،
پنهنجا پرا وا يار اغيار،
هي ڏينهن ڏورا،
سڀ ٻنيون ٻارا،
جسم جي رقص جون صدا ئون،
خوبصورت ادا ئون،
نہ روڪي سگهيون ڪنهن هلڻ هار کي،
نهاري ڏسو پل ا وهان پيار کي،
تہ نا هي زماني ۾ ڪوئي سدائين رهيو،
ڪو ا وتار ڪوئي ولي،
نہ شاعر نہ پيغنبر سهي،
نشانيون ڇڏي يا ڏئي ڪو شعور،
ويو ڏ ور ڏ ور،
وئي راهہ ڪهڙي هو رمند و رهيو،
انهيءَ جي خبر ڪنهن نہ ڇاتي اجان،
ازل کان پرولي پڙاڏي پئي،

نہ چا تي ڪنھين ۾ نہ پاتي اڃان ،
اڃان پيي اڄاتي پرولي اھا ،
پر چوان ٿو پڪ سان پيارا پرين !
تہ ھڪ ڏينھن مونکي بہ وڃڻو ئي تہ آھہ ،
تہ ھڪ ڏينھن تو کي بہ وڃڻو ئي تہ آھہ ،
تون اڄ ئي مڃي وٺ ،
سياڻي تہ مڃڻو ئي پوندءِ ،
تہ موت آھي اٽل ،
۽ وقت مقرر تي اچڻو بہ آ ،
انھيءَ کان لنوا ئي سگھيو ڪو نہ آھي
نہ ڪو آءٌ انھيءَ کان بچي ٿو سگھان ،
جڙيو جو بہ آھي سو ڊھندو ضرور ،
ڪريو وس ڪيڏا ،
تہ خاڪي بدن ۾ نہ آ روح رھڻو ،
انھيءَ کي ا صل ڏانھن آھہ کھڻو ،
جسزو آھہ جنھن ڪل سندو ،
انھيءَ سان وڃي آھہ ملڻو ضرور ،
اھا پڪ آھي ،
انھيءَ ۾ نہ ڪو شڪ آھي .

# اي امان

ڪيتري پاپوهہ سان
عيد جو موقعو ملهائڻ خاطر،
ريل گاڏيءَ ۾،
اذيتناڪ رات گذاري،
ڏينهن سهاري،
صبح ساجهر اچي،
ڳوٺ پيڙو ٽيس.
هڪ پاڪر ڪندڙ ۾،
نرڙ تي منهنجي چمي،
ڪنهن نہ ڏني.
هيڏي هوڏي نظرون ڦريون،
ڦرنديون رهيون.
مايوس ٿي ورنديون رهيون.
تون تہ هن ڏيهہ مان،
ڪجهہ نہ ڪڻي،
سڀ ڪجهہ ڇڏي،
پونيرن گوندر گڏي،
راهہ رباني راهي ٿيئن.
بس قضا تي رضا،
اي امان!
پر نٿو هي من مڃي،
تون هتي يا هتي،
اوسي پاسي،
گهر جي ڪنهن ڪنڊ ۾،
آهين ستل،
۽ تڪ ٻڌي مون ڪي تڪي،
هانءَ هلڪو پئي ڪرين.

- مان نہ توکي ڇهان تون نہ مونکي ڇهين
- منهنجي ٽيڙن جيان ٽڙي پئي آهين
- اوهان ئي وفائون ڪيون
- تون جي پرڇائين تہ مان پيي رسان
- گل ٽڙيو گل ٻوءِ مليٰ
- مونکي تي ڳولين
- واٽون راتيون ۾ ڪي رول
- جسم آهي سور منهنجو ڪيئن ڪيان
- پر مان لنگهندي هو توسان پاسو لڳو
- زندگيءَ ۾ يار ڪوئي هل هجي
- ڪنهنجي لاش تي آهہ اڄ ميڙو متو
- تند ڪائي تار ناهہ

مان نہ توکي چھان ، تون نہ مونکي ڇھين،
ڇا ڪريان اوا پرين ، دل نہ ٿي منهنجي مڃين

ماٺ من کي ڪيئن اچي ، رات ڪيئن گذري پرين!
بس گھڙي هڪڙي رهي ، تون پيو سهڻا وڃين.

مون ٻڌيون ٻانهون ٻئي ، ٻَل وڌم ڳارو پرين!
منٿ هڪڙي مون ڪئي ، ڇو نہ تو منهنجي مڃين.

عيد ڪن منهنجون اکيون ، تون پوين هڪڙي رهي،
سون ٿي مان پي پوان ، هڪ دفعو مون کي سڃين.

منهنجي ٽيڙن جيئان ٽڙي پئي آن،
امـاس ۾ تارن جيئان ڪِري پئي آن.

ڳالهہ مون خيري ڪئي پئي پر مڃني،
مان نہ چاهيان تون ڪئين چِڙي پئي آن.

رات ڪناري ۾ انڌاري، وڏ ڦڙو ۾ واهڙ،
ڪري ياد ڪو انجام، گهڙي پئي آن

منهنجو ڪمرو اونداهو، نہ ڏيئو نہ لاٽ،
چوڏهينءَ جي چنڊ جيئان، ڪِري پئي آن

ڪيترا ڏينهن ٿيا، تو نہ مڃي منت ڪئي،
اڄ تہ ڪانگهاريءَ جيئان، مڙي پئي آن.

اوهان ئـي وفائون ڪيون،
اوهان ئـي جفائون ڪيون.

ٻڌيون تو نہ چو چاٽان ا هي،
اسان جيڪي صدائون ڪيون.

سَتيون سِر ڪِلي هيج مان،
اوهان جيڪي ادائون ڪيون.

ڳالهہ مون اوهان جي ڪئي،
پر اوهان ٻي ندائون ڪيون.

تون جي پرڇائين تہ مان پيي رئان
تون جي رئارين تہ ڳوڙها اگهان

تون منتن سان تہ مجين ٿي نہ تو
ڪين مون هو گهٽايو پنهنجي وسان

رات ساٿ ۾ سرور جي سرور ۾
پيار پنهنجو پيو مان ٿي پسان

نينهن جي مينهن ۾ ڇا بچي آ ويو
لڙڪ بہ ڏيهن نہ ٿا ڇا ورائي ڏسان

تون جو هيڪر وڃين نہ آڇين وري
ڏيهہ آ اڄ ڏنو ڪيئن تو وٽ رسان

گــل تڙيــا گــل بــوءِ ملــي
جهونڊــو لڳنــو خوشــبوءِ پڳــي

رات پــر هــڪ خـــواب ۾
جـاڳ ا ئـين جلنـدي رهـي

ڪـنهن پڇيــو تنهنجــو پتــو،
مـون ڏ سـي هـن کـي ڳلـي

مـان نـہ قابـل ڪـيين هـوس
مونکي بشارتؔ تو کـان ملـي

تون سـامهون آ ئـينءَ پئـي،
دل نـہ مـون کـان ٿـي پلـي

رات محفـل دنـگ ٿـي وئـي،
ريــت تــو بـن ويئـي جلـي

ساه سان مونکي لڳي آ
هيڏانهن هيڪر اچ هلي

مور ڪي پيي مات ڏئي وئين،
ٿور، تو اچ آهه اهڙي ٿلي

رنج رسامان ٻن وجهي
هيڪر لڳائج ڳل ڪلي

سڪ منجهان سبارئي ستار
هن ڪان نہ ٿي ٿئي دل جهلي

مون کي تي ڳولين،
پاڻ کي تي رولين.

تي ڪيڏي ٻاجهہ ٻکي،
جا ٻولي تي ٻولين.

يبج ينسي رات رنسيَ،
تي راز ڪيئي کولين.

ڳهرا ڳا هت تيا آهن،
چاتيون تي چاچولين.

ڏينهن ڪتا پنڌ ڪندي،
چو راتيون تي رولين.

باک ڦٽي نہ پريت ڪٽي،
تي يپاڳن کي يولين.

سانگ سڄاتم ڪانگ،
ٻولي اهڙي تي ٻولين.

واٽــون راتيــون ۾ ڪــي رول،
اڀ ڪپــر پيــرن پريــل جهــول،

سيڪا سڏڪي هنجــون هــاري،
ســاري پنهنجــا پنهنجــا ڍول،

ور وريتــي واجهــہ وجهــي ٿــي،
نينهن نہ ڪــٿ ڇاتين ڇــاڇول،

آءُ اچـــي ڏس منهنجـــا حـــال،
.ايئن پڇــن شــل تنهنجــا پــول.

جاني ڇاڪــئون آنهہ چڏي ويو،
ڪين، وٽن مون ڪــٿم ڪهــول،

واعدن تــي مــون عمــر گــذاري،
پــاڙ پــرين اج پنهنجــا قـــؤل.

ڪيڏ و ســاهہ ســڪي ٿــو ســاجن،
شــال ٻــڏان مــان تنهنجــا ٻــول

جسم آهي سور منهنجو، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان،
روح آ رنجور منهنجو ، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

ڪئي اڏارون سڳنڌن جون، ڏس قول ٻه وڪريا پيا آهن،
ڪيڏو پورالو پور منهنجو، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

زخم چڪيل اک ڏرا ڏنل ، آ حالت منهنجي کھڙي ٿي،
جسم سڄو ئي سور منهنجو ، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

ڪيڏو پرين ۾ جو پنڌ پري ، ٿو منهنجو هاٺي ڪنڌ ڍري،
پوءِ به مِنُ آ مخمور منهنجو ، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

سهٽا سارا ڪئين نظارا ، ڪنهن تي اک ٿي ڪين ٻڌي،
ٿو دور نهاري نور منهنجو ، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

ٿو ڪيئن جهٽي هڪ نظر سان ، جوٻه وهي جڳ منجھ پيو ،
اهڙو آهي شعور منهنجو ، ڪيئن ڪيان مان ڪيئن ڪيان.

پڙ مان لنگهندي تو سان ڪڙ پاسو لڳو،
جسم جو هيڪاءُ آسا هه ۾ پڪڙي ويو.

هت زاٽ پر تات تنهنجي هئي لڳل،
مرڪي هيڪر تو ڪٺي مون ڏي ڏٺو.

ڇو سا هه ۾ سا هه نٿو ماپي اڃان،
پيار پري نگاهه سان تو مون ڏي ڏٺو.

ڪيئن پڇي ٻني جُوءِ وڃي ڪوئي،
جنهن ڪي پيارو آهي پار ئي تنهنجو

جسم ڪي جسم هئي چڪ اهڙي ڪئي،
بنا سوچڻ سڏو تو وٽ اچي سهڙيو

ٿيون ڳالهيون نه مڏ ر سر گونجيا
تنهنجو محفل ۾ جيئن ذڪر ڇڙيو

ڪاش! سمجهي سگهن گونگيون اکيون،
مات رهندي ٻه هو تو جو ڪجهه چيو.

ڪيئن توکي سڏي ٿو سوچي سنار،
نانءُ تنهنجو نه هو مون تو ڪان پڇيو.

تون جي پر چائين تہ مان پي رسان،
تون جي رٺارين تہ ڳوڙها اگهان.

تون منٿن سان تہ مڃين ئي نہ تون،
ڪين مون پي گهٽايو پنهنجي وسان.

رات سانت ۾ بسور جي سرور ۾،
پيار پنهنجو پيو مان پي پسان.

نيڻهن جي ميڻهن ۾ ڇا بچي آ ويو،
لڙڪ بہ سيڻهن نہ ٿا ڇا ورائي ڏسان،

تون جو هيڪر وڃين نہ آئين وري،
ڏيهہ آ اڄ ڏنو ڪيئن تو وٽ سسان.

ڪنهنجي تنا زي لاش تي آهه اڄ ميڙو متو،
ڪنهن انهيءَ لاش مان آ حوصلو ايڏو وتو.

ڪير ڪنهنجو توتئي ۽ ڪير تو ڪنهن ڪان پڇي،
ڪو پڇي وريام تيو آ ڪير ڳاڙهي رنگ رتو

ڪنهن لڪائي ذات پنهنجي ڪنهن لڪايا ٻار ڙا
ڪو ڏسڻ لاچار ٻڌيو ڪنهن ڏنو ڪنهن جو پتو.

آهه هرڪو خوف ۾ ڪم ڪار ڪنهن ڪان ڪيئن پڇي،
ڪير تو هيسائي ڪنهن ڪي ڪو اڳاڙي پيو پتو

ڪير ڪاهي تو اچي ڪڏ ڪيون ڪري ۽ ڪنڌ ڏئي
ڪير ان ويڙهاند مان ٻڌجي ويو آ بس چتو.

ڪير ٻلوانن مثل تو منهن ڏئي ۽ ماٽي مليں،
ڪير ڪنڌ ڪي تو جهڪائي، ۽ سڏائي ٻي ستو.

تنسد ڪـائي تـار ناهـ،
يـاد ڪـائي سـارناهـ.

ڪيـئن لڳسي دلـڙي هتـي،
لـسـونءَ ڪـائي لار ناهـ.

تـي پڇـي ڪـامي رڳـو دل،
هـتـت تـہ ڪـائي تـار ناهـ.

اڄ اچـڻ تـو گهـر تـيم،
تـو وٽـان ڪيـڪـار ناهـ.

هونءَ تہ تون آهين حڪيم،
ڪيـئن دوا بيمـار ناهـ.

تـون اچـين سـوءَ بـار اڄ.
جهل، پل، ڪائي مار ناهـ.

ڏيهـ سـاري جـي انـدر،
سـڪ تـہ ڪـو سـتار ناهـ.

زندگيءَ ۾ بيار ڪوئي هل هجي،
تنهنجي وارن ۾ ڪوئي گل هجي.

آءُ هجان ڪو سمنڊ اهڙو ئي وشال،
جنهن جي ڇولين ۾ ڪوئي ڇل هجي.

شل زندگي اهڙي عمارت تي پوي،
پيار جو جنهن ۾ نه ڪو ئي ٿل هجي.

ڪيترو اڄ مست ٿو پاسي ستار،
ڄڻ ته پيتل ڦُل مٿان ڪو ڦُل هجي.

# ترائيل

- جيئن ڪجل پائي اکين ۾، لالي لبن کي لائڻ
- پيا ڀوّنر ڀرن ٿو واسي جڳ کي واءَ هڳاءُ
- منهنجا منا مهنا ٿيا هاڻ ته تون موٽي آ
- چاڻ اچي سج لٿو آهه پري پنڌ پيو.
- چنڊ ڳليون سڀ رلي، نيٺ ڀڳو پر ٿڪ مسافر.
- ڇا ڇا نه آهه سنڌءِ سونهن سوائي آهي.
- رات جو ننڊ ۾ خواب ئي ته ٻڻجي آءُ
- ٻاهر ڪوئي ٻاڪاري ٿو.
- اسان به تنهنجا ئي ته آهيون سڄڻ.
- ڪئي رهاڻيون تو وئي يار رهجي ويون.

اسان ٻه تنهنجا ٿي ته آهيون سڄڻ،
تون پنهنجي دل کان پڇي ته ڏس.
نه ته پنهنجو پيا ٿي نه آهيون سڄڻ،
اسان ٻئي نه تنهنجا ٿي ته آهيون سڄڻ.

سڀکان ٿي ۾ ڪڏهن تون سوچي ته ڏس،
نه سوا ڪجهه ٻي اسان نا هيئون سڄڻ.
اسان ٻه تنهنجا ٿي ته آهيون سڄڻ.
تون پنهنجي دل کان پڇي ته ڏس.

ڪيئي رهاٽيون تو وٽي يار رهجي ويون.
پاڻ رهي ڪين سگهيا، يادون ڇڏي ويون.
آيو ائين هئين، ڇڻ ته ڪنهنجي تنڌي ويون.
وٽين نه يار موٽي گونڌ ڪندي ويون.

ويون ته جڻ هن شهر مان ٿي لڏي وٽين
پل ۾ اکين کان سوين ڳالهيون سلجي ويون،
چپ، رهيا چپ مگر، دليون رلجي ويون،
ڪيئي رهاٽيون تو وٽي يار رهجي ويون.

جيئن ڪجل پائي اکين ۾ ، لالي لبن کي لائڻ،
ڏينهن ۾ اوندهه پيئي ، شفق رنگ وڪري ويو
پوءِ وري کولي دري ، مون گهر جهاتي پائڻ،
۽ ڪري اک سان اشارو ، هٿ چپن تي لا ئڻ

منهنجي چهري جا سيئي ورن ٿي چاتڻ،
گسلگسنايئڻ گيت پئي، سُر سنگيت وڪري ويو،
آهه اچان ياد پرين ،جو گيت پئي ڳائڻ،
جيئن ڪجل پائي اکين ۾ ، لالي لبن کي لائڻ.

---

پيا پؤ نر پرن ، ٿو واسي جڳ کي واءُ هڳاءُ،
تنهنجو نياپو مونکي مليو ، پوپٽ پر پکيڙيا.
مان ٿو چاٽان اي پرين! تنهنجو آهي لڳاءُ،
منهنجي آئي تو جو ڪيڙو ، منهنجو آدرياءُ.

مونکي مر ڪون آچيئڻ ، سنڌ سنڌ پاتو ساءُ،
لڙڪ لڙيا لارون ڪري ، مون ڪي موتي وکيريا.
لونءَ ڪانداري تنهنجي، آيئڻ هٿ جو چهاءُ،
پيا پنوءَ نر پرن ، ٿو واسي جڳ کي واءُ هڳاءُ.

منهنجا منٺا مهنا ٿيا ، هاڻ ته تون ير موٽي آ ،
مونکان پرچي ٿي نه تو ، روح رڙي تو کان سوا.
زندگيءَ تي پروسو ٿي نا هي ،ياد اها کوٽي آ ،
هيءُ جياپو آهي جنهن تي ، سو نه ڪيو روٽي آ.

نينهن وسي مينهن جيان ، ان جي نه ڪا چوٽي آ،
راتِ رسي دلڙي ڪسي ،ڪونه پيو تو کان سوا.
مان به تون ئي آهيان سائين ، ڪا نه ڪا وچوٽي آ،
منهنجا منٺا مهنا ٿيا ، هاڻ ته تون ير موٽي آ.

---

چاڻ اچي سج لٿو،آهه پري هي پنڌ پيو ،
ڪيئن چوان حياتي ڪيتري، منهنجي اجان.
موٽڻو آهي يا نا هي پرين! مان ڪيئن مڃان،
تو نه آهي واڳ واري ، تو سوا مان ڪيئن وڃان.

راهه مشڪل، دور منزل، مان نه تو يولا پڇان،
آهه سٽ، ۽ سر هڪو ،نا هه مونکي سر پيو.
پوءِ پي منهنجا پرين ، تو کي ڏسڻ لاشڪ ٿيو ،
چاڻ اچي سج لٿو، آهه پري هي پنڌ پيو

چنڊ، ڳليون سڀ رلي، نيٺ پڳو تـڪ مسافر،
هرڻ اکيءَ پيرا نـہ لڳا، و ڃون وسي جو آئيون.
ڪانگ لنوي اک ڦڙڪي، سانجهيءَ ناٽي ۾ ساجهر،
چنڊ ڳليون سڀ رلي، نيٺ پڳو تـڪ مسافر.

ڪتين ڪر موڙيا جڏهن، واٽون ڦلن سان ڇانئيون،
پيچل جو ڪجهہ بوليو، نسرت ڏني پئي تيئن ناتـر
چنڊ ڳليون سڀ رلي، نيٺ پڳو تـڪ مسافر.
هرڻ اکيءَ پيرا نہ لڳا، نيٺ پڳو تڪ مسافر.

---

ڇا ڇا نـہ آهـ، سندئہ سونهن سوائي آهـ،
تنهنجي ڇهري نہ لـڪائي، تو ڇا لڪائي ڳالهـ،
تـوکي جـڏهين ڏٺـم، منهنجـي دل تـوائي آهـي،
ڇا بہ ڳـڌ ري گهـڙي، يادڪندي سجائي آهـي.

نند منهنجي ڦٽيي،تنهنجي بـڌي ڪائي ڳالهـ،
رات پهر اک نـہ لڳي، دل جي تانگهہ تـوائي آهـي.
تنهنجي سـڪنيءَ ڪالهہ سا ڳالهہ بـڌائي آهـي،
ڇا ڇا نـہ آهـ، سندئہ سونهن سوائي آهـي.

رات جو ننڊ ۾، خواب ٿي تہ ٻڌجي آءُ،
ڪئي ڳالهيون، تو ساڻ سلڻ چاهيان ٿو.
ڏينهن ڏٺي، تو ساڻ تہ ملڻ چاهيان ٿو،
تنهنجي نظرن ۾ ئي رهڻ چاهيان ٿو.

توکي ڏسي دل ڪي نہ پلڻ چاهيان ٿو
ميگهہ ۾ ڪي ملهارون ٿي تہ ٻڌجي آءُ،
هٿ هٿ ۾ ڏئي تو ساڻ هلڻ چاهيان ٿو
ڪئي ڳالهيون تو ساڻ سلڻ چاهيان ٿو

---

ٻاهر ڪنوئي ٻاڪاري ٿو،
اندر آهون اڌمان آهن.
ساهہ سڄڻ، ڪي ساري ٿو،
ٻاهر ڪنوئي ٻاڪاري ٿو.

ڪيہر ڪپہر، تسي ڪو ڪاري ٿو،
ٻيہڙين وارا سڙهہ سنباهن،
ٻاهر ڪوئي ٻاڪاري ٿو.
اندر آهون اڌمان آهن.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا ٻه تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو ٻه صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نه آهي. جيڪڏهن ڪو ٻه شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ڪُوڙو آهي. نه ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ٻِه ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سينـي کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهـن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄڻ ڄڻ جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هـو ٻـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪـن ٿـا، موتـي مَـنـجهہِ پـهـاڙ ڇُـپـن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهـن........

... ... ... ...

هي بـيـتُ اَٿـي، هي بَـم- گـولو،
جيـڪي بہ ڪٽـين، جيـڪي بہ ڪٽين!
مـون لاءِ ٻـنهي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَـمَ جو ساٿـي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿـي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني؞ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيـڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻيـن

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)